***


سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، جو تيار ڪيل ۽ صوبائي نصاب ڪميٽي
بيورو آف ڪريڪيولم، سنڌ جي ليٽر نمبر **B.C/Ext. (Curr:)-4898**
تاريخ 11 جولائي 1977ع موجب سنڌ صوبي جي سيڪنڊري اسڪولن لاءِ
واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل آهي.



نگران اعليٰ: **آغا سهيل احمد**
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: **اويس ڀٽو**

لکندڙ: **ڊاڪٽر سيد محمد صالح شاهه**

ايڊيٽرَ: **سيد امداد حسيني، ڊاڪٽر غلام علي الانا**
**اويس ڀٽو**

نظرثاني ڪاميٽي: **ڊاڪٽر اياز قادري، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو،**
**سيد شير شاهه، ڊاڪٽر غلام علي الانا،**
**مس تاج بيگم، سيد امداد حسيني**

پروف ريڊر: **جمشيد احمد جوڻيجو**

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: **دانش ٻبر**

# فهرست

## نثرجوياڱو

## نظم جو ڀاڱو

بسم الله

# حجَّةُ الوداع وارو خطبو

هجري ڏهين سال جي ذوالحج مهيني ۾ حضرت محمد رسول الله صَلَّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جن اٽڪل هڪ لک چاليهہ هزار مسلمانن جي جماعت سان آخري حج ادا ڪيو. مناسڪ جي ادائگيءَ کان پوءِ، پاڻ عرفات جي ميدان ۾ ڏاچيءَ تي چڙهي خطبو ڏنائون. اهو خطبو مسڪينن، ٻانهن، زالن ۽

يتيمن جي حقن جو ڪليل پڌرنامو هو. اُن ۾ پاڻ سڳورنﷺ مسلمانن کي توحيد جي امانت ۽ قرآن جي دستور کي ساهه سان سانڍي رکڻ جو تاڪيد فرمايو. هڪٻئي جي جانين، لَڄن ۽ ملڪيتن جي احترام رکڻ جي تلقين ڪيائون. ٻانهن سان شفقت، يتيمن سان مهرباني ۽ مسڪينن جي سنڀال ۽ عورتن سان عدل ۽ سندن حقن جي حرمت جو تاڪيد ڪيائون. سندن خطبي جون ڪي اهم ڳالهيون هي آهن:

* آءٌ اڄوڪي ڏينهن، جاهليت جي سمورين رسمن کي پنهنجن پيرن هيٺان لتاڙيان ٿو. الله تعاليٰ اوهان کان جاهليت جون گمراهيون دور ڪيون ۽ نسبي فخر ختم ڪري ڇڏيائين. مومن عزت وارو ۽ فاجر ذليل آهي. اڄ کان پوءِ عربيءَ کي عجميءَ تي ۽ عجميءَ کي عربيءَ تي ڪابه فضيلت ڪانهِ آهي. سڀ انسان، آدم جو اولاد آهن ۽ آدم کي مِٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو هو. هرڪو مسلمان ٻئي مسلمان جو ڀاءُ آهي ۽ سڀ مسلمان هڪ برادري آهن.

* اي انسانو! پنهنجي غلامن جو خيال رکو. جيڪي اوهين کائو، سو هنن کي کارايو ۽ جيڪي اوهان پَهريو، سوئي هنن کي پَهرايو.

* عورتن جي معاملي ۾ الله تعاليٰ کان ڊڄندا رهو. عورتن تي اوهان جا ۽ هنن جا اوهان تي حقَ آهن. اوهان جون جانيون ۽ اوهان جا مال هڪٻئي تي اهڙيءَ طرح حرام ڪيا وڃن ٿا، جهڙيءَ طرح اڄوڪي ڏينهن هن شهر ۾ خون خرابي حرام ٿيل آهي.

* آءٌ اوهان وٽ هڪ اهڙي شيءِ ڇڏي وڃي رهيو آهيان، جيڪڏهن اوهان ان کي مضبوطيءَ سان جهليندا ته ڪڏهن به گمراهه نه ٿيندا. اهو آهي ”الله جو ڪتاب“.

* قرض ادا ڪيو وڃي. اُڌاري شيءِ واپس ڏني وڃي، ضامن قرض پري ڏيڻ لاءِ ٻڌل آهي.

* خبردار! متان مون کان پوءِ گمراهه ٿي وڃو ۽ هڪ ٻئي جون سِسيون لاهيندا رهو. اوهان کي الله ذوالجلال جي آڏو حاضر ٿيڻو آهي. اهو اوهان جي عملن بابت اوهان کان پُڇاڻو ڪندو. ڏوهاري پنهنجي ڏوهه لاءِ خود ذميوار آهي. پيءُ جي ڏوهه لاءِ پُٽ ۽ پُٽ جي ڏوهه لاءِ پيءُ ذميوار نه آهي. جيڪڏهن ڪو ٻنهه ڪارو ۽ شيدي شخص اوهان جو امير هجي ۽ اوهان کي الله تعاليٰ جي ڪتاب موافق هلائي ته ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪريو.

* پنهنجي خالق جي عبادت ڪريو، پنج وقت نماز پڙهو، رمضان جي مهيني ۾ روزا رکو ۽ ديني حڪمن جي اطاعت ڪريو ته جيئن الله تعاليٰ جي جنت ۾ داخل ٿي وڃو.

* مذهب ۾ انتها پسنديءَ کان بچندا رهجو، ڇاڪاڻ ته اوهان کان اڳيون قومون به انهيءَ ڪري ٽوليون ٽوليون ٿي تباهه ٿي ويون.

خطبي کان پوءِ نبي ڪريم صَلَّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جن ماڻهن کان پڇيو، ڇا مون اوهان تائين الله تعاليٰ جو پيغام پهچايو؟

ماڻهن جواب ڏنو ”ها، اي الله جا رسول، اوهان الله تعاليٰ جو پيغام اسان تائين پهچايو.“ اهو جواب ٻڌي پاڻ

فرمايائون ” اَللّٰھُمَّ اَشۡھَدۡ“ (يعني اي منهنجا مولا تون شاهد ٿجانءِ).

خطبي جي پڇاڙيءَ ۾ پاڻ سڳورنؐ سيني مسلمانن کي الوداع چيو ۽ تاڪيد فرمايائون تہ ”جيڪي شخص هتي موجود آهن، سي غير موجود ماڻھن تائين هي پيغام پھچائين.“

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- پاڻ سڳورنؐ آخري حج ڪھڙي هجري سن ۾ ڪرڻ فرمايو؟

2- هن حج کي ”حجَةَ الوداع“ چو ٿو چيو وڃي؟

3- پاڻ سڳورنؐ اسلامي برادريءَ بابت ڪھڙو ارشاد فرمايو؟

4- نبي ڪريمؐ جن زالن، ٻارن، يتيمن ۽ مسڪينن واسطي ڪھڙيون نصيحتون ڪرڻ فرمايون؟

(ب) هن سبق ۾ ”پيرن هيٺان لتاڙڻ“، ”پڇاڙو تيڻ“ اصطلاح آهن. توهان کي بہ اهڙا ٽي اصطلاح ٻڌايو:

(ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ورندي – ٻائهن – ٻڌرنامو – لَڄُنِ – پڇاڙو – پڇاڙي.

(د) هيٺين لفظن جا ضد ٻڌايو:

| اڏاري | | آقا | |
|---|---|---|---|
| عجمي | | انتها | |
| حرام | | پڇاڙي | |

## حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه

حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنهُ رسول اڪرم صَلَّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جن جو هڪ نامور صحابي ٿي گذريو آهي. حضرت سلمان فارسيؓ اصفهان جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو هو. سندس پيءُ هڪ هاري هو.

ايران ۾ ان وقت زرتشت مذهب جو زور هو، جنهن ۾ باهه جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. حضرت سلمانؓ ننڍي هوندي آتشڪدي جي ايتري خدمت ڪئي، جو ڪيس ان جي خاص خادمن ۾ شامل ڪيو ويو. هڪ ڀيري حضرت سلمانؓ کي سندس پيءُ ٻنيءَ تي ڪنهن ڪم سان موڪليو. واٽ تي عيسائين جون ڪليسائون هيون، جتي اُهي عبادت ڪري رهيا هئا. انهن جي عبادت جي طريقي کان حضرت سلمانؓ ڏاڍو متاثر ٿيو. پاڻ عيسائي مذهب بابت انهن کان معلوم ڪيائين. انهن ڪيس شام ملڪ جو ڏس ڏنو. جتي عيسائي مذهب جو مرڪز هو.

حضرت سلمانؓ فارسي کي ٻنيءَ تان موٽندي دير ٿي وئي هئي. سندس پيءُ انڪري ڏاڍو پريشان ٿيو. جڏهن هو گهر پهتو، تڏهن پيءُ کي دير جو ڪارڻ ٻڌايائين. سندس پيءُ کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. هن حضرت سلمانؓ کي زنجيرن سان ٻڌي ڇڏيو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ حضرت سلمانؓ کي اطلاع مليو تہ هڪ قافلو شام وڃي رهيو آهي. پاڻ زنجيرون ٽوڙي اچي قافلي سان مليو ۽ شام پهتو. اُتي هو هڪ عيسائي پيشوا سان مليو.

جتان ’نصيبن‘ مان ٿيندو ’هموريہ‘ ۾ هڪ بزرگ وٽ پهتو. حضرت سلمانؓ اتي ڪجھ عرصو رهيو. اتي پاڻ پورهيو ڪري ٻڪريون ۽ رڍون خريد ڪيون. انهيءَ بزرگ وفات وقت ڪيس چيو تہ هاڻي توکي سڪون آخري نبيءَ وٽ ملندو، جيڪو هجرت ڪري يثرب ايندو. سندس نشانيون هي آهن، تہ هو صدقي جون شيون پاڻ استعمال ۾ نہ آڻيندو، بلڪ هديي ۾ مليل شيون ڪتب آڻيندو. سندس ٻنهي ڪُلهن جي وچ تي نبوت جي مُهر هوندي.

حضرت سلمانؓ پنهنجو سمورو مال قافلي وارن کي يثرب وٺي وڃڻ لاءِ ڏنو. قافلي وارن ڪيس غلام بڻائي هڪ يهوديءَ وٽ وڪڻي ڇڏيو. حضرت محمد مصطفيٰ صَلَّي اللہ عَلَيہ وآلہٖ وَسَلَّمَ جن هجرت ڪري مديني پهتا، تڏهن حضرت سلمانؓ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ صدقي جي کجور پيش ڪيائين. پاڻ سڳورن ؐ اُها کجور صحابن ۾ ورهائي ڇڏي، پر پاڻ نہ کاڌائون. ٻئي ڀيري حضرت سلمان فارسيؓ هديي طور ڪجھ شيون کڻي ويو، پاڻ سڳورن ؐ اُهي شيون قبول فرمايون ۽ استعمال بہ ڪيون. باقي نبوت جي مُهر جي هڪڙي نشاني رهيل هئي. نيٺ انهيءَ جي بہ زيارت ٿيس ۽ پاڻ ايمان آڻي مسلمان ٿيو.

ڪجھ وقت کان پوءِ حضرت سلمانؓ رسول اڪرم صَلَّي اللہ عَلَيہ وآلہٖ وَسَلَّمَ ۽ صحابن جي مدد سان پنهنجي قيمت ادا ڪري آزاد ٿيو.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنهُ پنهنجي خلافت جي زماني ۾ حضرت سلمانؓ کي 'مداين' جو گورنر مقرر ڪيو. گورنر ٿيڻ کان پوءِ به سندس طبيعت ۾ ڪنهن به قسم جو ڦيرو ڪونه آيو. اسلامي احڪامن جي پوريءَ طرح پيروي ڪرڻ سان گڏ اسلامي تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ نهايت گهڻيون ڪوششون ورتائين. سن 37 هجريءَ ۾ اسلام جي هن مجاهد مرد اَسِي سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حضرت سلمانؓ ڪٿي جو رهاڪو هو؟
2- حضرت سلمانؓ حق ۽ سچ جي ڳولا لاءِ ڪهڙيون ڪوششون ڪيون؟
3- اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ حضرت سلمانؓ ڪهڙيون خدمتون سرانجام ڏنيون؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

نامور – پيشوا – ڪارڻ – ڏس – ڦيرو.

(ج) اهو لفظ جو ڪنهن ماڻهوءَ، ٻئي جاندار يا بي جان شيءِ جو خاص طرح نالو هجي، تنهن کي اسم خاص چئجي ٿو، هن سبق مان اهڙا اسم خاص چونڊي لکو:

# حضرت امام جعفر صادق عليه السلام

امام جعفر صادق عليه السلام سن 80 هجريءَ ۾ مديني منوره ۾ ڄاوا. سندن والد جو نالو امام محمد باقرؑ آهي. سندن نسبي سلسلو چوٿين پيڙهيءَ ۾ حضرت علي ڪرم الله وَجْهَه' سان ملي ٿو. پاڻ ابتدائي تعليم پنهنجي ڏاڏي حضرت امام زين العابدينؑ کان ورتائون. پنهنجي ڏاڏي جي وفات کان پوءِ، پنهنجي والد جي درس ۾ شريڪ ٿيا ۽ تعليم جو سلسلو جاري رکيائون. پنهنجي ڏاڏي ۽ والد جي صحبت ۽ تعليم مان فيض پرايايون.

امام جعفر صادقؑ پنهنجي وقت جا وڏا عالم ۽ فقيه هئا. ڪيترائي مشهور عالم ۽ فقيه فيض حاصل ڪرڻ لاءِ وٽن اچي رهندا هئا. انهن ۾ فقه حنفيءَ جو باني امام ابوحنيفهؒ فقه مالڪيءَ جو بنياد وجهندڙ امام مالڪؒ ۽ دنيا جي مشهور مفڪر، ڪيميادان، نجوم ۽ رياضيءَ جي ماهر ابو موسيٰ جابر بن حيان جا نالا ذڪر لائق آهن.

امام جعفر صادقؑ ديني مسئلن جي تحقيق ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪري، انهن تي قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ فتوائون ڏنائون. سندن ديني فتوائن، فيصلن ۽ ديني سمجهاڻين اڳتي هلي باقاعدي فقه جي صورت اختيار ڪئي، جيڪا فقه جعفريه جي نالي سان مشهور آهي.

سندن ڏنل تعليم مان ڪي اهم ڳالهيون هي آهن:

* نماز پڙهو ۽ ان تي هميشه قائم رهو، ڇاڪاڻ ته نماز دين جو مضبوط ٿنڀو آهي.

* جيڪو شخص ڀين لاءِ کڏ کوٽي ٿو، اهو پاڻ انهيءَ کڏ ۾ ڪِرندو. جيڪو شخص بيوقوفن جي صحبت اختيار ڪري ٿو. سو ذليل ٿئي ٿو ۽ جيڪو شخص خراب هنڌن تي ويندو، ان لاءِ ماڻهو چڱو خيال نه ڪندا.

* هميشه سچ ڳالهائجي، پوءِ انهيءَ مان نفعو پهچي يا نقصان.

* جيڪڏهن ماڻهن سان ميل ميلاپ رکڻو هجي ته چڱن ماڻهن سان رکجي. فاجر ۽ فاسق ماڻهن کان هميشه دور رهجي. اهي ماڻهو اهڙي جبل وانگر آهن، جنهن مان نه ڪو پاڻيءَ جو چشمو ٿو نڪري ۽ نه وري مٿس ڪو وڻ ئي ٿو اُپري. هو اهڙي زمين جهڙا آهن، جنهن تي ڪنهن به سلي پيدا ٿيڻ جي اُميد نه آهي.

حضرت امام مالڪؒ جي ڪچهريءَ ۾ هڪ دفعي حضرت امام جعفر صادقؑ جي ڳالهه اچي نڪتي پاڻ فرمايائون ته:

”آءٌ جعفر بن محمد جي خدمت ۾ جڏهن به حاضر ٿيندو هئس، تڏهن کيس هميشه مُرڪندي ڏسندو هئس. جڏهن سندن خدمت ۾ نبي ڪريم صَلَّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جن جو ذڪر ٿيندو هو. تڏهن پاڻ ايترو متاثر ٿيندا هئا، جو سندن مُنهن مبارڪ زردي مائل ٿي ويندو هو. آءٌ نهايت گهڻو سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندو هئس.

“پاڻ سدائين نماز پڙهندي ڏسڻ ۾ ايندا هئا، يا روزي جي حالت ۾ قرآن مجيد پڙهندي ڏسبا هئا. سندن دل ۾ الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو بہ خوف ڪونہ هو.”

حضرت امام جعفر صادقؓ وڏا سخي هئا. جيڪو مستحق ۽ ضرورتمند وٽن ايندو هو، ان جي اهڙي نموني مدد ڪندا هئا، جو ماڻهن کي ان جي خبر ئي ڪانہ پوندي هئي. سندن دستور هو تہ جڏهن رات جو اونده ٿيندي هئي، تڏهن هڪ ٽوڪريءَ ۾ مانيون، گوشت ۽ ٻيون ڪاڌي جون شيون وجهي مديني منوره جي گهٽين ۾ ويندا هئا ۽ ضرورتمندن کي ورهائي ڏيندا هئا. اهو عمل سندن آخري دم تائين قائم رهيو. اسلام جي هن بزرگ هستيءَ سن 148 هجريءَ جي شوال مهيني ۾ وفات فرمائي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حضرت امام جعفر صادقؑ ڪهڙن استادن وٽ تعليم حاصل ڪئي؟

2- حضرت امام جعفر صادقؑ جن جا ڪهڙا مشهور شاگرد ٿي گذريا آهن؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

نسبي – پيڙهي – فيض – فاجر – فاسق – مستحق.

(ج) ڪن بہ پنجن ڪمن جا نالا لکو:

جيئن: لکڻ، پڙهڻ.

(د) مٽن مائٽن جي رشتن جا نالا لکو، جيئن:

ڏاڏو – پيءُ – ماءُ ۽ ڌيءَ.

# قائدِ اعظمؒ جا ارشادَ

قائدِ اعظمؒ اسان جي پياري وطن پاڪستان جو باني ۽ عظيم اڳواڻ هو. سندس ارشادَ هِي آهن:

**شاگردن ڏانهن:**

❋ تعليم پڪيڙڻ لاءِ وڏي ۾ وڏي قرباني ڏيڻ کان به ڪيٻائڻ نہ گهرجي. اُن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ جيترين به تڪليفون اچن، اُهي ٿوريون آهن.

❋ آءٌ توهان کي تعليمي عمل ۾ مصروف رهڻ جو تاڪيد ٿو ڪريان، ڪَمُ ۽ بس ڪَمُ. پنهنجي قوم جي سچائيءَ سان خدمت ڪندا رهو ۽ اڳتي وڌندا رهو.

❋ توهان مستقبل جا معمار آهيو. ان لاءِ جيڪو ڏکيو ڪم اوهان جي ذِمي آهي. اُن کي مُنهن ڏيڻ لاءِ پنهنجي شخصيت ۾ نظم ۽ ضبط پيدا ڪريو، مناسب تعليم ۽ موزون تربيت حاصل ڪريو.

* آءٌ پاڪستان جي هر رهاڪُو ۽ خاص طرح پنهنجي نوجوان طبقي کي هيءَ ڳالهه چڱيءَ طرح ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته خدمت، برداشت ۽ همت جي سچي جذبي جو مظاهرو ڪريو. اهڙو اعليٰ مثال قائم ڪريو، جو اوهان جا ساٿي ۽ ايندڙ نسل اوهان جي پيروي ڪري.

<u>سرڪاري ملازمن ڏانهن:</u>

* جيڪڏهن اسين هن عظيم مملڪت پاڪستان کي خوشحال ڏسڻ چاهيون ٿا، ته اسان کي پوري توجهه سان غريب ماڻهن جي چڱائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻو پوندو. جيڪڏهن اوهان هڪ ٻئي سان تعاون ڪريو ته مون کي يقين آهي ته اوهان ڪامياب ٿيندا.

* آءٌ اوهان کي يقين ٿو ڏياريان ته دنيا ۾ اوهان جي ضمير کان وڌيڪ ڪابه شيءِ نه آهي. جڏهن اوهان خدا جي حضور ۾ پيش ٿيو، تڏهن اوهان خود اعتماديءَ سان چئي سگهو، ته مون تي جيڪي فرض رکيل هئا، اُهي مون پورا ڪري ڇڏيا. مون کي يقين آهي ته اوهان اهو جذبو پنهنجي دلين ۾ پيدا ڪري وٺندا ۽ انهيءَ مطابق زندگيءَ جو ڪم سرانجام ڏيندا.

* جيڪڏهن اوهان واقعي پاڪستان جو وقار بلند ڪرڻ ٿا چاهيو ته اوهان کي ڪنهن به قسم جي دٻاءُ جو شڪار ٿيڻ نه گهرجي، پر ان جي ابتڙ عوام ۽ ملڪ جي سچي خادم جي حيثيت سان پنهنجا فرض بي خوفيءَ سان پورا ڪندا رهو.

## پاڪستاني عوام ڏانهن:

❋ قدرت توهان کي سڀ ڪجهه ڏنو آهي، توهان وٽ اڪيچار ذريعا آهن، توهان جي ملڪ جو بنياد پئجي چڪو آهي. هاڻي اهو توهان تي ڇڏيل آهي، ته توهان ان کي ڪيئن ٺا ٺاهيو، جيترو جلد ٺاهي سگهو ٺا، ٺاهيو.

❋ منهنجي پيغام جو تَتُ هيءُ آهي، ته هر مسلمان کي ايمانداريءَ، خلوص ۽ بي غرضيءَ سان پاڪستان جي خدمت ڪرڻ گهرجي.

❋ اسين مستقل مزاجي، اڻٿڪ محنت ۽ قربانيءَ جي جذبي سان پاڪستان کي هڪ عظيم ۽ مستحڪم مملڪت بڻائينداسين. انشاءَالله پاڪستان قائم رهڻ لاءِ ٺهيو آهي ۽ زمين جي ڪابه طاقت اهڙي نہ آهي، جا ان کي تباهه ڪري سگهي.

❋ قيامِ پاڪستان، جنهن لاءِ اسان گذريل ڏهن سالن کان جدوجهد ڪري رهيا هئاسين، سو الله جو شڪر آهي تہ اڄ ڪُليل حقيقت آهي. اسان جو مقصد صرف هڪ مملڪت حاصل ڪرڻ نہ هو، بلڪہ اهو مقصد حاصل ڪرڻ جو ذريعو هو. مقصد اهو هو تہ اسان اهڙيءَ مملڪت جا مالڪ هجون، جتي اسين پنهنجي روايتن ۽ تمدني خصوصيتن مطابق ترقي ڪري سگهون، جتي

اسلام جي عدل ۽ هڪجهڙائيءَ جي اصولن تي آزاديءَ سان عمل ڪرڻ جو موقعو حاصل هجي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- قائداعظم شاگردن کي نصيحت ڪندي ڪهڙين ڳالهين ڏانهن سندن ڌيان ڇڪايو آهي؟

2- سرڪاري ملازمن کي قائداعظم ڪهڙي هدايت ڪئي آهي؟

3- قائداعظم جي خيال موجب پاڪستان ڪهڙن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ قائم ڪيو ويو آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڪيٻائڻ — معمار — موزون — تربيت — برداشت — ٽٽُ — تعاون — جدوجهد.

(ج) اهو نالو جو هڪڙي قسم جي سيني جاندار يا بي جان شين لاءِ هڪجهڙو هجي يا هرهڪ سان لاڳو ٿي سگهي، تنهن کي اسم عام چئجي ٿو، توهين اهڙا ڪي ٻه پنج اسم عام لکي ڏيکاريو.

(د) هيٺين جملن کي درست ڪري لکو:

1- آهي حقيقت کلي شڪر سو آهي جو خدا اچ تہ.

2- توهان قدرت سڀ ڪجهہ کي آهي ڏنو.

# اتحاد، تنظيم ۽ يقين محڪم

قومن جي ترقي ۽ تنزل، ڪمال ۽ زوال جو دارومدار اتحاد تي آهي. اتحاد اهو روح آهي، جيڪو قومن کي حياتي ۽ تازگي بخشي ٿو. تاريخ شاهد آهي ته دنيا ۾ اهي ئي قومون زنده رهي سگهيون آهن، جن ۾ اتحاد جي قوت هئي، پر جنهن قوم ۾ نفاق ۽ ڦيٽاڙو هو، اها تباهه ۽ برباد ٿي ويئي. دنيا جو ڪوبه ننڍو توڙي وڏو ڪارنامو تيستائين سرانجام ڏيئي نٿو سگهجي، جيستائين پاڻ ۾ اتحاد قائم نٿو ڪجي. دنيا جون هي عظيم ايجادون، دريائن ۽ هوائن تي انسان جي حڪمراني، سج جي توانائيءَ مان فائدا حاصل ڪرڻ ۽ زمين مان خزانا ڪوٺي ڪڍڻ، اهي سڀ عمل انسان لاءِ تڏهن آسان ٿيا، جڏهن هن پاڻ کي اتحاد جي زيور سان سينگاريو.

اسلام ۾ اتحاد کي خاص اهميت ڏنل آهي. قرآن شريف ۾ ارشاد آهي ته "الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو ۽ ٽولا ٽولا نه ٿيو." اسان جي پياري وطن پاڪستان جي بانيءَ قائدِاعظم محمد علي جناح پاڪستان جي پهرين سالگرهه جي موقعي تي قوم جي نالي پيغام ڏيندي فرمايو هو ته "هن وقت قوم نهايت نازڪ دَور مان گذري رهي آهي. ان ڪري قوم کي اتحاد، تنظيم، يقين محڪم ۽ عمل پيهم جي ضرورت آهي." قوم جي ان فرض شناس رهبر انهيءَ حقيقت کي صحيح طور سڃاتو هو ته جيستائين اسان پاڪستاني رنگ، نسل، زبان، رسم ۽ رواج جا ويڇا وساري هڪ پاڪستاني قوم نه

ٿيندا‌سين، تيستائين اسان جو پيارو وطن ساراهہ جوڳي ترقي ڪري نہ سگهندو. ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ هميشه عمل جي ضرورت هوندي آهي؛ پر صحيح عمل تڏهن ٿيندو، جڏهن قوم ۾ مڪمل اتحاد هوندو. هر ڪنهن قومي عمل يا ارادي جي پورائي لاءِ رٿابندي ۽ تنظيم جي ضرورت هوندي آهي.

قومن جي ترقيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ، اتحاد کان پوءِ تنظيم جي ضرورت هوندي آهي. فوج جو ئي ڪٽي مثال وٺو. فرض ڪريو تہ ڪنهن فوج ۾ اتحاد ۽ اتفاق آهي، طاقت آهي، جنگي ساز و سامان بہ گهڻو آهي، پر جيڪڏهن انهيءَ فوج ۾ تنظيم نہ آهي تہ اها جنگ جي ميدان ۾ ڪاميابيءَ جي بجاءِ شڪست جو منهن ڏسندي.

قومن جي ترقيءَ ۽ سربلنديءَ لاءِ ارادي جي پختگي يعني يقين محڪم جي بہ ضرورت هوندي آهي. جيستائين ڪنهن قوم کي پنهنجي عمل تي مڪمل يقين ۽ ان جي صداقت ۾ مڪمل پروسو نہ آهي، تيستائين اها قوم اتحاد ۽ تنظيم جي خوبيءَ هوندي بہ هن دنيا ۾ ڪو نمايان ڪم ڏيکاري نہ سگهندي. دنيا جون هي عظيم الشان عمارتون، باغ ۽ باغيچا، سُهڻيون بازاريون، انوکيون مشينون ۽ ٻيون سائنسي ايجادون، جي اسان لاءِ عيش ۽ آرام جو سامان مهيا ڪن ٿيون، سي سڀ انسان پنهنجي مسلسل عمل ۽ مستقل ارادي، يعني عمل پيهم ۽ يقين محڪم سان وجود ۾ آنديون آهن.

دنيا جا نامور اڳواڻ ۽ سپهہ سالار، جن پنهنجي قومن کي عزت ۽ عظمت جو مقام ڏيکاريو آهي، سي سيئي مستقل ارادي ۽ يقين محڪم وارا هئا. انهن عظيم انسانن پنهنجي پُختي يقين ۽ لاڳيتي ڪوشش سان قومن ۾ اتحاد آڻي، ڪين

تنظيم جي قوت سان طاقتور ڪري، دنيا ۾ سرخرو ۽ سرفراز بڻايو آهي. ترڪيءَ جي عظيم رهنما غازي ڪمال اتاترڪ ۽ ننڍي کنڊ پاڪ- هند جي مسلمان رهنما قائدِاعظمؒ جا مثال اسان جي اکين آڏو آهن، ته ڪيئن نه انهن اڳواڻن ارادي جي قوت ۽ پختي يقين سان پنهنجي قومن کي آزاديءَ جي سعادت سان همڪنار ڪيو.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- اتحاد نه هئڻ ڪري قوم کي ڪهڙو نقصان ٿيندو؟
2- اتحاد مان ڪهڙا فائدا آهن؟
3- تنظيم ڇو ضروري آهي؟
4- يقين محڪم ڇا کي ٿو چئجي؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

تنظيم – سرفراز – احترام – عمل پيهم – ويڇا.

**(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

آسمان – رهبر – صحيح – ڪاميابي.

**(د) ڪنهن به ماڻهوءَ يا شيءِ وغيره جي ذاتي خاصيت، حالت يا ڪم تي رکيل نالي کي اسم ذات چئجي ٿو؛ توهين ڪي به اهڙا پنج اسم لکي ڏيکاريو.**

# مولانا دين محمد وفائي

سنڌ جي سرزمين پنهنجي تاريخ جي مختلف دورن ۾ ڪيترن ئي بزرگ، محبِ وطن ۽ انسان دوست شخصيتن کي جنم ڏنو آهي. انهن باڪمال هستين جي پُرخلوص ۽ بي انتها ڪوشش سبب سنڌ جو نالو هميشه روشن رهندو آيو آهي. انهن شخصيتن نہ رڳو هتي جي مخصوص تهذيب ۽ تمدن کي قائم رکيو، پر انساني تهذيب جي ارتقا جو خنده پيشانيءَ سان آڌر ڀاءُ ڪيو. اهڙيءَ طرح هنن، هن خطي جي رهاڪن کي دنيا جي سڌريل ملڪن جي درجي تي پهچائڻ جون ڪوششون ڪيون. اهوئي سبب آهي جو ڪين اڄ بہ عزت ۽ احترام جي نگاهہ سان ڏٺو وڃي ٿو.

مولانا دين محمد وفائيؒ بہ سنڌ جي اهڙين ئي اعليٰ شخصيتن مان هڪ هو، جن جي علمي ۽ ادبي ڪارنامن تي جيترو بہ ناز ڪجي اوترو گهٽ آهي. سندس ولادت 27 رمضان المبارڪ 1311هہ مطابق 4 اپريل 1894ع تي سندس اباڻي ڳوٺ ڪٽي عرف نبي آباد تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ٿي. سندس والد جو نالو خليفو حڪيم گل محمد هو ۽ پاڻ ذات جو پٺي هو. مولانا جي اوائلي تعليم سندس والد صاحب جي نظر هيٺ ٿي، جنهن ۾ فارسيءَ جا ابتدائي ڪتاب پڙهيائين. اجا نون ورهين جي ڄمار مس هيس تہ پيءُ جو سايو سِر تان کڄي ويس ۽ سندس پالنا جو سمورو بار سندس والده جي ڪُلهن تي اچي پيو. اهڙيءَ حالت ۾ بہ پاڻ تعليمي سلسلي کي ختم نہ ڪيائين. فارسيءَ

جي رهيل تعليم پنهنجي عزيز، ميانجي محمد عالم وٽ رهي پوري ڪيائين. ان کان پوءِ عربيءَ جي تحصيل لاءِ مولوي غلام عمر جتوئيءَ جي مدرسي ڳوٺ سوني جتوئي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ وڃي داخل ٿيو ۽ اُتي پنج سال رهيو. انهيءَ عرصي ۾ عربيءَ جي تعليم مڪمل ڪيائين. تعليم ختم ڪري پنهنجي استاد مولوي غلام عمر جي مشوري سان سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ اچي استاد ٿيو ۽ اتي ٻن سالن تائين رهيو. هتي سندس ملاقات مخدوم حاجي حسن الله پاٽائيءَ سان ٿي. جنهن جي صحبت مان ڪيس گهڻو فيض حاصل ٿيو.

انهيءَ وچ ۾ سندس علمي ناماچار سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙجي ويو، جنهن کان متاثر ٿي راڻيپور جي جيلاني پيرن کيس پنهنجن صاحبزادن جي تعليم لاءِ راڻيپور گهرايو. هتي پاڻ ٻن سالن تائين رهيو. ان کان پوءِ ٺلاهه جي مشهور راشدي بزرگ، حاجي امام الدين شاهه، کيس پنهنجي فرزندن جي تعليم لاءِ دعوت ڏني.

ٺلاهه ۾ رهڻ واري دور ۾ سندس واقفيت حاجي امام الدين راشديءَ جي وڏي ڀاءُ علامه سيد رُشد الله شاهه جهنڊي واري سان ٿي. جنهن جي صحبت ۽ علمي رهاڻين مان مولانا صاحب کي نهايت گهڻو فيض حاصل ٿيو.

هيءُ اهو زمانو هو، جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي هلندڙ هئي. اِنگريزي دنيا جو هرهڪ ماڻهو حيران ۽ پريشان هو. سنڌ جي حالت بہ ڪا چڱي ڪانہ هئي. جيتوڻيڪ جنگ جي تباهين کان بچاءُ هو؛ پر انگريزن جي غلاميءَ جي ڪري جيڪي جذبا

ماڻهن جي دلين ۾ اُيري رهيا هئا، اُهي جنگ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ يڪدم ظاهر ٿي پيا. هن سلسلي ۾ جيڪا تحريڪ سيني کان اڳري هئي، سا هئي خلافت تحريڪ. جيئن تہ هن تحريڪ جو تعلق خاص طرح مسلمانن سان هو، تنهنڪري تحريڪ جي شروع ٿيندي ئي مولانا صاحب نلاهہ شريف کي الوداع چئي هن تحريڪ ۾ شامل ٿي ويو.

انگريزن هن تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ ڪن لالچي مولوين کان خلافت جي مسئلي خلاف فتوائون وٺي هڪ رسالي جي صورت ۾ شايع ڪرايون. انهيءَ رسالي جي ڇپجڻ سبب سنڌ ۾ تحريڪ کي نقصان پهچڻ جو سخت انديشو هو.

مولانا وفائيءَ اها ڳالهہ هڪدم محسوس ڪئي ۽ سکر مان نڪرندڙ اخبار "الحق" جي مالڪ شيخ عبدالعزيز سان گڏجي ان رسالي خلاف ڪم شروع ڪيائين. ساڳئي وقت سنڌ جي مرد مجاهد، مولانا سيد تاج محمود امروٽيءَ جي نظرداريءَ هيٺ انهيءَ رسالي جي رد ۾ هڪ رسالو تيار ڪيائين، جيڪو مارچ 1920ع ۾ لاڙڪاڻي جي خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي تقسيم ڪيو ويو. انهيءَ ڪانفرنس ۾ مولانا ابوالڪلام "آزاد"، مولانا عبدالباري لکنوي ۽ مولانا شوڪت علي شريڪ ٿيا هئا. جلد ئي مولانا وفائيءَ کي جمعيت العلماء سنڌ جو ناظم مقرر ڪيو ويو، جنهنڪري پاڻ هميشہ لاءِ ڪراچي ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

مارچ 1920ع کان "الوحيد" اخبار جاري ٿي. ان ۾ مولانا، اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. ان سان گڏ 1923ع ۾ رسالو

“توحيد” ٻه جاري ڪيائين. جنهن ۾ علمي، تاريخي ۽ مذهبي مضمون شايع ٿيڻ لڳا. شروعات ۾ هيءُ رسالو گهڻو وقت هلي ڪين سگهيو.

1930ع ۾ وري “توحيد” رسالو جاري ڪيائين، جو سندس حياتيءَ تائين آب تاب سان هلندو رهيو. سال 1936ع ۾، جڏهن سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿي صوبي جي حيثيت اختيار ڪئي، تڏهن “الوحيد” جي “سنڌ آزاد نمبر” شايع ڪرڻ ۾مولانا صاحب خاص دلچسپي ورتي. سال 1939ع ۾، مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطنيءَ کان واپس آيو ۽ سنڌ ۾ شاهه ولي الله دهلويءَ جي تعليم جا مرڪز کوليائين. مولانا وفائيءَ انهن مرڪزن جي ڪاميابيءَ لاءِ سرگرم ڪارڪن ٿي ڪم ڪيو. مولانا وفائي نه رڳو دين جو عالم هو، پر ڪيس تاريخ، جاگرافي ۽ لغت تي پڻ دسترس هئي.

“الوحيد” اخبار ۽ ماهوار “توحيد” رسالي جو هر پرچو سندس قومي خدمت ۽ علمي خواهه ادبي حيثيت جو بهترين مثال آهي. انهيءَ اخبار ۽ رسالي جي ذريعي مولانا صاحب سنڌ جي ديني، علمي، سماجي ۽ سياسي، فلاح ۽ بهبود بابت هرهڪ عملي قدم کان سنڌ جي ٻچي ٻچي کي واقف ۽ سجاڳ ڪرڻ لاءِ جيڪا ڪوشش ڪئي، انهن کي ڏسي سندس حبِ الوطنيءَ ۽ علمي بزرگيءَ جو ڏاڪو دل تي ڄمي وڃي ٿو. مولانا صاحب ٿيهارو ڪتاب پڻ لکيا، جن کي هڪ خاص درجو حاصل آهي.
اسلام جو هيءُ خادم، عالم، اديب ۽ مجاهد ماهه

جمادي الآخر 1369ھ مطابق اپريل 1950ع ۾ رحلت ڪري وڃي، حقيقي محبوب سان مليو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- مولانا وفائيءَ جي ننيپڻ بابت اوهان کي ڪهڙي خبر آهي؟
2- مولانا وفائيءَ ڪي ڪهڙن بزرگن جي ڪچهريءَ مان فيض حاصل ڪيو؟
3- مولانا وفائيءَ جا ڪهڙا علمي يادگار موجود آهن؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:
اوائلي – چمار – ناماچار – مهاياري – اڳري – ڏاڪو

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| ڪمال | | ولادت | |
|---|---|---|---|
| انتها | | والد | |
| اعليٰ | | خلاف | |
| گهٽ | | خادم | |

# مـائِـي خـيـرِي

سنڌ جي مسلمانن ۾ ڪي عورتون اهڙيون به ٿي گذريون آهن، جيڪي خير جي ڪمن ۾ مردن کان به گوءِ کڻي ويون آهن. مائي خيري به انهن سخي ۽ درياءَ دل عورتن مان هڪ هئي. جنهن جو نالو اڄ سُوڌو پيو ڳائجي. هيءَ بيبي صاحبه مرحوم مير صوبدار خان شهيد جي راڻي هئي.

سندس اصل نالو بيبي خيرالنساء هو. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ ايترا ته خير جا ڪم ڪيا جو ڪيس سڀ سڏيندا ئي "مائي خيري" هئا. هوءَ ننڍي هوندي کان وٺي ڏاڍي ذهين ۽ هوشيار هئي. ڪيس علم سان نهايت گهڻو چاهه هو. ميرن جي حڪومت ۾ فارسيءَ ۽ عربيءَ جي تعليم رائج هئي. بيبي صاحبه نهايت لائق ۽ پرهيزگار استادن جي نظرداريءَ هيٺ

تعليم ورتي. ٿوري ئي وقت ۾ هن قرآن شريف پورو ڪري ورتو.

ان ڪان پوءِ هن فارسيءَ ۽ عربيءَ جي تعليم وٺڻ شروع ڪئي؛ جنهن ۾ چڱي لياقت حاصل ڪيائين. هوءَ سخي ۽ ديندار انسانن جي احوالن پڙهڻ ۾ گهڻي دلچسپي وٺندي هئي ۽ ديني علم سان ڏاڍي محبت هوندي هُيس. هوءَ نهايت رحمدل ۽ نيڪ هئي. پاڻ هر سال ڏاڍي خبرداريءَ سان زڪوات ڪڍندي هئي. جيڪا غريبن ۽ مسڪينن کي گهر ويٺي ڏياري موڪليندي هئي. چوندي هئي ته "الله تعاليٰ اسان جي دولت ۾ غريبن جو حصو مقرر ڪيو آهي، جيڪو کين ضرور ڏيڻ گهرجي."

هن کي خيرات ڪرڻ ۾ ڏاڍي خوشي ٿيندي هئي. ڪيترن ئي ٻُڍڙين، معذور ۽ بيواهه عورتن لاءِ ماهوار وظيفا مقرر ڪري ڇڏيا هئائين، جيڪي پڻ کين گهر ويٺي موڪلي ڏيندي هئي. ڪڏهن به ڪنهن سواليءَ کي خالي نه موٽايائين، حڪومت ۽ دولت هوندي به پاڻ سادگي پسند ڪندي هئي. سادو ڪائيندي هئي ۽ سادو هنڊائيندي هئي. وڏائيءَ جو ته وٽس نالو به ڪونه هو.

غريبن سان گڏ ويهڻ ۾ ڪيس پنهنجي اميري ۽ وڏ ماڻهپي جو ڪڏهن به خيال ڪونه ٿيندو هو. غريبن ۽ گهرجائُو عورتن کي ڪنهن به وقت وٽس اچڻ وڃڻ جي روڪ ٽوڪ ڪونه هئي. سندس خير جا دروازا مسڪينن لاءِ هر وقت کليل رهندا هئا. ڪيس مسجدن ۽ مدرسن ٺهرائڻ جو به ڏاڍو شوق هوندو هو. جدا جدا ڳوٺن ۽ شهرن ۾ هن ڪيترين ئي مسجدون تعمير ڪرايون ۽ کوهه کوٽايا. حيدرآباد ۾ هڪ قُبائين

مسجد شريف جوڙايائين، جا فقير جي پڙ ۾ اڄ سوڌو "مائي خيريءَ واري مسجد" سڏجي ٿي.

هُن مسجد سان لاڳو، هڪ ديني مدرسو پڻ قائم ڪيو، جنهن جو سمورو خرچ پاڻ پرينديي هئي. جيڪي طالب علم انهيءَ مدرسي ۾ پڙهندا هئا، انهن جو کاڌو پيتو، ڪپڙو لٽو ۽ ٻيو خرچ وغيره سندس ذمي هوندو هو. مدرسي جي مُعلمن، بلڪ سندن ڪٽنبن جو سمورو خرچ بہ پنهنجي هَڙان ڏيندي هئي. ان کان سواءِ قرضدارن جا قرض ادا ڪرڻ، غريبن ۽ نادارن کي شادي مُراديءَ مهل مدد ڪرڻ، لاوارثن جي ڪفن دفن جو انتظام ڪرڻ ۽ اهڙن ٻين ڀلي جي ڪمن جو خاص خيال هوندو هئس. اڄ اهڙيون عورتون تمام گهٽ آهن جيڪي بيبي خيريءَ جي نقشِ قدم تي هلنديون هونديون!

دنيا جي شان ۽ شوڪت، دولت ۽ عزت کي جٽاءُ ڪونهي. مرڻ وقت ڪوبہ پاڻ سان اهي شيون کڻي ڪونہ ويندو. تنهنڪري هرهڪ سَرندِيءَ واري کي گهرجي تہ حياتيءَ ۾ اهڙا چڱائيءَ جا ڪم ڪري، جو مرڻ بعد سندس نيڪ نامي ٿئي.

هيءَ نيڪوڪار بيبي، تاريخ پهرين ماه رمضان المبارڪ سن 1272هہ جي آڌيءَ رات جو هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويئي؛ پر سندس نالو اڃا پيو ڳائجي. سندس وفات ڪري سنڌ جي هر هڪ ماڻهو ۽ خاص طور حيدرآباد جي عوام کي ڏاڍو صدمو رسيو. اُها اک نہ هئي، جنهن سندس وفات تي ڳوڙها نہ ڳاڙيا. سندس جنازي سان بي انداز ماڻهو روئندا ٿي هليا. کيس هالا جي پرسان خداآباد ۾ دفنايو ويو.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- مائي خيريءَ جي حياتيءَ جو مختصر احوال ٻڌايو؟
2- مائي خيري ڪهڙا ڪهڙا خير جا ڪم ڪيا؟
3- حيدرآباد ۾ سندس ڪهڙو يادگار آهي؟
4- سرنديءَ وارن مردن خواهه عورتن کي سندس حياتيءَ مان ڪهڙو سبق سکڻ گهرجي؟
5- مائي خيريءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟
6- سندس مقبرو ڪٿي آهي؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

رائج — معذور — گهرجائُو — طالب علم — نقشِ قدم جتاءُ — نيڪ نامي — لاڏاڻو.

**(ج) هيٺين اصطلاحن جي سمجهاڻي لکو:**

گوءِ کٽي وڃڻ — نالو ڳائجڻ — نقشِ قدم تي هلڻ — سوالي خالي نہ موٽائڻ — هڙان ڏيڻ.

**(د) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| سخي | | اميري | |
|---|---|---|---|
| نيڪ | | ٻلي | |
| ڪُليل | | خاص | |
| خوشي | | مرڻ | |
| ڳوٺن | | عوام | |

# هُنر دولت آهي

هڪڙي ڳوٺ ۾ هڪ بيواهہ رهندي هئي. ڪيس هڪڙو پُٽ هو. هن سوچيو تہ پنهنجي پُٽ کي ڪو هنر سيکارجي. اهو سوچي هُوءَ پنهنجي پُٽ کي شهر وٺي آئي. شهر ۾ هڪ واڍي کي ڏٺائين، جنهن واهولي سان ڪاٺ جا چوڏا پئي لاٿا. ڪاٺ کي هن اهڙو تہ لَسو ڪري ڇڏيو، جو ان تان ماڪوڙي بہ ترڪِي ٿي وئي.

مائِي اهو لقاءُ ڏسي سمجهي وئي تہ هي تہ ڪو وڏو ڪاريگر ٿو ڏسجي. سو هوءَ پنهنجي پُٽ کي اُن واڍي وٽ وٺي آئي ۽ ان کي چيائين تہ ٻلائي ڪري هن کي هنر سيکار! واڍي هن کي چيو تہ منهنجو هڪ شرط آهي. اَڄ رات جو ڇوڪري کي هن ڪوٺيءَ ۾ بند ڪندس، جيڪڏهن صبح تائين ڇوڪرو جيئرو هوندو، تہ پوءِ اَڄ کيس شاگرد ڪندس. مائيءَ بہ الله جو آسرو ڪري پُٽ کي واڍي جي حوالي ڪيو. واڍي ڇوڪري کي ان ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيو.

اُها ڪوٺي اهڙي هئي، جو اُن ۾ رات جو ڏاڍو سيءُ پوندو هو. سِيءَ کان بچڻ لاءِ ڪوٺيءَ ۾ ڪوبہ بندوبست ڪونہ هو، اجا ٿوري دير مس ٿي تہ ڇوڪري کي اچي سِيءَ ورايو. ڇوڪري سِيءَ کان بچڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر سِيءُ گهٽ نہ ٿيو. ڪوٺيءَ جي وچ تي هڪ وڏو ٿُڙُ پيو هو. هو سڄي رات ٿُڙُ کي اُٿلائيندو پُٿلائيندو رهيو. ائين هُن جو جسم گرم رهيو.

صبح جو جيئن ئي واڍي ڪوٺي کولي، تہ ڇوڪرو

جيئرو ڏنائين. پوءِ اُن کي پنهنجو شاگرد ڪيائين ۽ پنهنجو سمورو هُنر ڪيس سيکاريائين. ڇوڪري جڏهن هنر سکي ورتو، تڏهن واڍي ڪيس موڪل ڏني ته ٻچا، هاڻي وڃي روزگار ڪر ۽ سُکيو گذار.

ڇوڪرو هلندو هلندو هڪڙي رڻ ۾ پهتو. اُتي اُٺ جا هڏا پيل ڏنائين. هو ٻه اوزار ڪڍي پنهنجو هُنر آزمائڻ لڳو. انهن هڏن مان هن پاءُ- ڏيڍ چانور ناهيا. اُهي چانور هَڙ ۾ ٻڌي وري اُتي هليو.

هلندو هلندو اچي هڪ بادشاهيءَ ۾ پهتو. اُتي جي شهزاديءَ اعلان ڪرايو هو، ته جنهن جو هنر اُن کي پسند ايندو، انهيءَ سان هوءَ شادي ڪندي؛ پر جيڪڏهن شهزاديءَ کي اُن جو هنر نه وڻيو، ته پوءِ ان جو سمورو سامان ضبط ڪري، ڪيس غلام بڻايو ويندو. شهزاديءَ جي ٻانهيءَ اهو سمورو احوال انهيءَ ڇوڪري کي ٻڌايو. ڇوڪري هَڙ مان چانور ڪڍي ٻانهيءَ کي ڏنا ۽ چيائين ته هي چانور مون کي رڌي موڪليو.

ٻانهيءَ اُهي چانور شهزاديءَ کي آڻي ڏنا. شهزادي پنهنجي مهمانن لاءِ ڪاڌو پاڻ تيار ڪندي هئي. سو اهي چانور به هوءَ پاڻ رڌڻ لڳي؛ پر اُهي اصلي چانور ته هئا ڪونه، جو رڌجن. شهزادي چانورن کي ڳارڻ جا وڏا جتن ڪيا، پر چانور رڌجن ئي نه! نيٺ شهزاديءَ ڇوڪري کي گهرايو ۽ هن کان پڇيائين، ته هي ڪهڙا چانور آهن؟ جيڪي رڌجن ئي نٿا! ان تي ڇوڪري شهزاديءَ کي سڄي ڳالهه ٻڌائي.

شهزاديءَ کي ڇوڪري جو هنر پسند آيو. ڪجهه وقت

کان پوءِ ٻنهي جي ڏام ڏوم سان شادي ٿي. ڇوڪري پنهنجي ماءُ کي بہ گهرائي ورتو ۽ سڀئي خوش گذارڻ لڳا.

سياڻن سچ چيو آهي تہ "هنر دولت آهي." هُنر جي دولت جنهن بہ ماڻهوءَ وٽ هوندي، اهو ڪڏهن بہ بک نہ مرندو.

(تلخيص: ڊاڪٽر سحر امداد)

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- بيواهہ پنهنجي پُٽ کي هنر سيکارڻ لاءِ ڪٿي وٺي وئي؟
2- هوءَ پنهنجي پُٽ کي ڪهڙي ڪاريگر وٽ وٺي وئي؟
3- واڍي مائيءَ کي ڪهڙو شرط ٻڌايو؟
4- ڇوڪري اُٺ جي هڏن مان ڇا ٺاهيا؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

هَٽ — ضبط - لقاءُ — جيئرو — رڻ — جتن.

(ج) هن سبق ۾ هڪڙي هُنرمند (واڍي) جو ذڪر آهي، توهان ٻين هنرمندن جا نالا لکي ڏيکاريو.

بسم الله

ڪراچي- سنڌ.
1 جنوري 2018ع

شال خوش هجو.
پيارا دوست غلام رضا

السلام عليڪم.

الله تعاليٰ جي مِهر سان اسان ڏانهن سڀ خير آهي، اميد ته توهان ڏانهن به سڀ خير هوندو. سڀ ڪان پهريائين توهان کي نئين سال جون مبارڪون هجن. شال نئون سال توهان جي زندگيءَ ۾ خوشيون ۽ ڪاميابيون ڪٺي اچي. آمين.

گذريل موڪلن ۾ اسين توهان وٽ لاڙڪاڻي گُهمڻ آيا هئاسين. سچ ته اهو آهي ته لاڙڪاڻي جهڙي تاريخي ۽ تهذيبي شهر ۾ گذاريل گهڙيون اسان ڪان وسري نه سگهيون آهن. سنڌ جي قديم آثار واري شهر 'موهن جو دڙو' کي ڏسڻ جو پهريون ڀيرو موقعو مليو. آءُ ته انهيءَ قديم شهر کي ڏسي حيران ٿي ويس! ڪيڏي نه سهڻي سٺاءَ سان اهو شهر ٺاهيو ويو هو. پَڪيون گهٽيون، پڪا گهر، پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ پَڪيون ۽ ڍَڪيل ناليون؛ هر طبقي لاءِ ڌار ڌار پاڙا! هن سرزمين جا ماڻهو پنج هزار ورهيه اڳ به ڪيڏا نه ڏاها هئا. انهن پنهنجي شهر کي ڪيڏي نه سهڻي ترتيب سان اڏايو هو! موهن جي دڙي جي پيٽ ۾ اسين اڄ به پنهنجا شهر ٿا ڏسون، ته اسان کي ڏاڍي

ٻُڌي ٿي ٿئي. انهن شهرن جي آدمشماري ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وڃي. انهيءَ ڪري اسان جي شهرن جا مسئلا بہ وڃن ٿا وڌندا. صفائي، ٽرئفڪ، رهائش ۽ روزگار جي مسئلن اسان جي شهري زندگيءَ تي ڏاڍو خراب اثر وڌو آهي.

پيارا دوست خط طويل ٿيندو ٿو وڃي. ڳالهيون تہ اڃا بہ گهڻيون آهن، ها، 'پِير جي ڳوٺ' نيرن ۾ چانورن جي ماني، مکڻ، ماکي ۽ لسي مون کي اڃا نہ وسري آهي.

توهان مون ڏانهن جيڪي سنڌي ڪتاب موڪليا آهن، مون انهن جو گهرو اڀياس ڪيو آهي. انهيءَ لاءِ مان توهان جو ڏاڍو ٿورائتو آهيان. هاڻي منهنجي سنڌي سُٺي ٿي وئي آهي. انهيءَ جو ثبوت منهنجو هيءُ خط آهي.

توهان ڪراچيءَ ڪڏهن ٿا اچو؟ چاچا سائينءَ کي اسان جا سلام ڏجو.

توهان جو دوست
سجاد علي

ڏانهن،
غلام رضا
لاهوري محلو، لاڙڪاڻو سنڌ.

## مشق

ياد رکو تہ:

1- خط لکڻ جي شروعات "بسم الله" سان ڪئي ويندي آهي.
2- پنهنجي ائڊريس خط جي ساڄي پاسي لکڻ گهرجي.

3- جنهن ڏانهن خط لکبو آهي، ان جي مخاطب ٿيڻ واري ڀاڱي کي 'سرو' چئبو آهي.

4- خط جي جنهن ڀاڱي ۾ حال احوال ڏبو آهي، ان کي عبارت چئبو آهي.

(ب) توهان پنهنجي دوست کي خط لکي کيس امتحان ۾ پاس ٿيڻ جون مبارڪون ڏيو.

(ج) لفظ ڻاهيو، جيئن: لکڻ مان لکبو.

سکڻ مان ............................

پڙهڻ مان ............................

هلڻ مان ............................

چوڻ مان ............................

اچڻ مان ............................

وجڻ مان ............................

(د) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

مِهر – پيرو – سٺاءُ – پاڙا – ڳٽتي – طويل – تورائتو.

(هه) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| نئون | | پڪيون | |
|---|---|---|---|
| ڪاميابيون | | شهر | |
| قديم | | خراب | |

# بين الاقوامي عدالت

جڏهن ٻن ماڻهن يا جماعتن جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهه تان تڪرار ٿي پوندو آهي، تڏهن انهن جي آڏو، انهيءَ تڪرار جي نبيري جا ٻه رستا هوندا آهن: هڪڙو ڏاڍ ۽ ويڙهه جو ۽ ٻيو انصاف ۽ صلح جو. ساڳيءَ ريت ٻن ملڪن يا ملڪن جي جماعتن جا تڪرار ٻه جنگ يا امن ذريعي نبيريا ويندا آهن؛ پر جيئن ته ويڙهه ۽ جنگ ۾ نه رڳو جان ۽ مال جو تمام گهڻو نقصان ٿيندو آهي ۽ فيصلو به انصاف جي بنياد تي نه، پر طاقت جي بنياد تي ٿيندو آهي. انڪري سُڌريل ماڻهو ۽ ملڪ عام طرح انهيءَ رستي کان پاسو ڪندا آهن ۽ ڪوشش ڪندا آهن، ته نبيرو انصاف ۽ امن جي بنياد تي ٿئي.

انصاف ۽ امن واري نبيري لاءِ ڌُريون يا ته پاڻ ۾ ڳالهائينديون آهن يا ڪنهن ٻيءَ ڌُر کي وچ ۾ وجهنديون آهن. ٻيءَ حالت ۾ وجي عدالت جو در کڙڪائينديون آهن.

فردن ۽ جماعتن جي تڪرارن جو نبيرو ته ان ملڪ جون عدالتون ڪنديون آهن، جتي اهي فرد ۽ جماعتون رهندڙ هونديون آهن؛ پر ملڪ جا پاڻ ۾ تڪرار هڪ عالمي عدالت نبيريندي آهي، جنهن کي "انصاف جي بين الاقوامي عدالت" سڏجي ٿو. هيءَ عدالت، گڏيل قومن واري اداري طرفان "بين الاقوامي انصاف جي دائمي عدالت" جي جاءِ تي قائم ڪيل آهي.

دائمي عدالت قومن جي انجمن طرفان 1921ع ۾ برپا

ڪئي وئي. ٻيءَ عالمي جنگ کان پوءِ "قومن جي انجمن" کي ٽوڙي "گڏيل قومن جو ادارو" ٺاهيو ويو. تڏهن دائمي عدالت کي ختم ڪري بين الاقوامي عدالت جوڙي ويئي. انهيءَ عدالت جو پهريون اجلاس اپريل ۽ مئي 1946ع ۾ ٿيو.

هن عدالت ۾ پندرهن جج آهن. جن کي گڏيل قومن جي جنرل اسيمبلي ۽ سلامتي ڪائونسل نون ورهين جي عرصي لاءِ چونڊيندي آهي. جيڪا جاءِ ڪنهن جج جي گذاري وڃڻ يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري خالي ٿيندي آهي، سا ان جج جي رهيل مدي لاءِ پري ويندي آهي. جن ججن جي ايامڪاريءَ جو مدو پورو ٿي ويندو آهي، سي ٻيهر چونڊجي سگهجن ٿا.

هن ڪورٽ جو صدر مقام هالينڊ جي شهر هيگ ۾ آهي؛ پر ڪورٽ چاهي ته ڪٿي به اجلاس ڪري سگهي ٿي. ڪورٽ جي دستور هيٺ ان کي عدالتي موڪلن وارا ڏينهن ڇڏي، باقي سڄو سال کُليل رهڻو آهي. پنهنجي ڪم ڪار ۾ اها بلڪل خود مختيار آهي. اُن جا جج پاڻ منجهان ڪن ٻه ڄڻن کي عدالت جو صدر ۽ نائب صدر ڪري چونڊيندا آهن. رجسٽرار، ٻيا عملدار ۽ هيٺيون عملو به هو پاڻ مقرر ڪندا آهن. صدر ۽ رجسٽرار کي هيگ ۾ رهڻو پوندو آهي.

هيءَ ڪورٽ گڏيل قومن واري اداري جي فقط اهڙن ميمبرن ملڪن جا ڪيس ٻڌندي آهي، جن ان جي دستور کي قبول ڪيو هوندو. جيڪي ملڪ گڏيل قومن جا ميمبر نه آهن، پر هن عدالت جي دستور کي قبول ڪن ٿا ۽ ان جي فيصلن

سان ٻڌل رهڻ جو اقرار ڪن ٿا، سي پڻ پنهنجا تڪرارَ ان ڪان نبيرائي سگهن ٿا.

ڪورٽن جي فيصلي جي پوئواري نہ ٿئي تہ انهن جو هجڻ، نہ هجڻ برابر آهي. قومي ڪورٽون جيئن تہ خود مُلڪي حڪومت جو اهم حصو هونديون آهن، انڪري اُهي پنهنجي فيصلن جي پوئواري ڪرائڻ جو اختيار رکن ٿيون؛ پر بين الاقوامي عدالت ڪنهن حڪومت جو حصو نہ آهي، انڪري ان کي پنهنجن فيصلن جي پوئواري ڪرائڻ جي ڪا طاقت نہ آهي. اها هر ميمبر ملڪ جي اخلاقي جوابداري آهي تہ اهو انهيءَ عدالت جي فيصلن سان ٻَڌل رهي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- بين الاقوامي عدالت ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪندي آهي؟
2- ڪهڙا ملڪ بين الاقوامي عدالت کان پنهنجا تڪرار نبيرائي سگهن ٿا؟
3- بين الاقوامي عدالت جي ججن جي چونڊ ڪهڙيءَ ريت ٿيندي آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ويڙهہ – تڪرار – نبيرو – دائمي – جوڙي – مُدي.

(ج) هيٺ ڏنل لفظن مان هرهڪ جون ٽي معنائون ڏنل آهن، اوهان درست معنيٰ تي ( ✓ ) جو نشان هڻو:

1- جنگ لفظ جي معنيٰ آهي
(محبت – لڙائي – صلح)

2- نقصان لفظ جي معنيٰ آهي
(نفعو – ٽوٽو – ڏنڊ)

3- سچو لفظ جي معنيٰ آهي
(اڌورو – اڻ پورو – ثابت)

(د) هيٺين لفظن آڏو انهن جا ضد لکو:

| تڪرار | | شهر | |
|---|---|---|---|
| جنگ | | سچو | |
| نقصان | | کُليل | |
| خالي | | مُلڪي | |

(ه) اهڙا حرف جيڪي ٻن لفظن يا جملن کي ڳنڍين ٿا، تن کي حرف جملو چئبو آهي، جيئن: تہ، پر، يا، ۽ وغيره، توهين اهي حرف پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو.

# اجــرڪ

اجرڪ سنڌ جي ثقافت جي سُجاڻ ۽ سوکڙي آهي. آثارن ۽ اُهڃاڻن مان معلوم ٿئي ٿو، ته سنڌ ۾ اجرڪ جي تياري ۽ استعمال قديم زماني کان هلندو پيو اچي. موهن جي دڙي مان پروهت جي جيڪا مورتي ملي آهي، انهيءَ کي هڪ چادر اوڍيل آهي. انهيءَ چادر اوڍڻ جو ڍنگ ۽ ڊزائين بہ هاڻوڪي ڪکر واري اجرڪ سان ملندڙ آهي.

عربن اجرڪ کي ”ازرق“ جي نالي سان سڏيو آهي. ازرق جي معنيٰ آهي نيرو رنگ. اجرڪ جي ٺَر ۾ نيرو رنگ زياده استعمال ٿيندو آهي. اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ ٻنهي جهانن جا سردار حضرت مُحمد صلّي الله عليه وآلہٖ وسلّم جن جيڪا چادر اوڍيندا هئا، اها اجرڪ هئي.

اجرڪ جي تياري ۽ ڇُرائي سنڌ جو خاص هُنر آهي. ان جي تياريءَ ۾ وڏي محنت ۽ مهارت جي ضرورت آهي. ان جو اندازو انهيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو، تہ اجرڪ چوڏهن مختلف مرحلن مان گذري مڪمل ٿئي ٿي. اجرڪ جي ڇُر جا وري پنج مرحلا آهن. هر هڪ مرحلي ۾ مختلف پُور يا ٺپا لڳندا آهن ۽ اجرڪ جي مڪمل ٿيڻ تائين اٽڪل پنجويهہ سَو پيرا پُور لڳن ٿا. انهيءَ کان سواءِ اجرڪ جي تياريءَ ۾ اٽڪل سورهن مصالحا استعمال ٿين ٿا. ڊزائين ۽ رنگ جي لحاظ کان اجرڪ جا قسم

ڏهن ڪان مٿي آهن ۽ انهن جا نالا به الڳ الڳ آهن. اجرڪ گهڻو ڪري لاڙ وارن شهرن ۾ ٺهي ٿي. جهڙوڪ: نصرپور، ٽنڊو محمد خان، ڪيبر، سيڪاٽ، مٽياري، هالا، پٽ شاهه، ماتلي، اُتر واري حصي ۾ سکر ۾ اجرڪ ٺهي ٿي. اڳي ٺٽو ۽ مانجهند ۾ به اجرڪ ٺهندي هئي، پر اهي مرڪز ڪڏهوڪو بند ٿي ويا آهن.

رنگن جي لحاظ کان اجرڪ جا گهڻو ڪري چار رنگ ٿيندا آهن: اڇو، ڪارو، ڳاڙهو ۽ نيرو. ڳاڙهو رنگ ڪڏهن هلڪو هوندو آهي، ڪڏهن ڳوڙهو، ته ڪڏهن وري ڳاڙهو- ناسي ٿي ويندو آهي. اجرڪ جي زمين يا تر جو رنگ ڳاڙهو يا نيرو هوندو آهي، ليڪا ۽ چٽ- ڪارا هوندا آهن ته ڦلڙيون وري اڇيون هونديون آهن.

اجرڪ لاءِ هرڪ يا پاپلين جو ڪپڙو استعمال ٿيندو آهي. موجوده دور ۾ اجرڪ مان ٽايون، شرٽون، اسڪرٽ، پڙا، زنانا چولا ۽ سلوارون به ٺاهيون وڃن ٿيون. انهيءَ کان سواءِ درن ۽ درين جا پردا، ڪُشن ڪور، ميز پوش به اجرڪ مان ٺاهجن ٿا. اجرڪ جي مقبوليت جو اندازو ان مان به لڳائي سگهجي ٿو، ته ڪپڙي جي ڪارخانن ۾ به اجرڪ جي ڊزائين تي پورا ٿاڪيا تيار ڪيا وڃن ٿا. انهن ۾ ريشمي ۽ سنهو ڪپڙو به اچي وڃي ٿو، پر جيڪا سونهن اصل اجرڪ ۾ آهي، اُها نقلي اجرڪ ۾ ڪٿي!

اجرڪ ننڍا توڙي وڏا، عورتون توڙي مرد پهرين ٿا. اجرڪ هر موسم ۾ پهري سگهجي ٿي. اها اونهاري ۾ ٿڌي ۽ سياري ۾ گرم محسوس ٿيندي آهي.

اجرڪ سنڌ جي ثقافت جي هڪ اهم علامت آهي. اجرڪ جيئن مختلف مرحلن مان گذري ٿي، بلڪل ائين ئي زندگيءَ جي مختلف مرحلن ۾ اجرڪ جو استعمال ٿئي ٿو. عام زندگيءَ ۾ ته اجرڪ جو استعمال آهي ئي آهي، پر خاص موقعن تي پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو سهڻي ۾ سهڻو اظهار اجرڪ کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه ڪونهي! جيڪڏهن ڪنهن مهمان کي مانُ ڏيڻو هوندو آهي، ته ان کي اجرڪ اوڍائي ويندي آهي. اسان جي زندگيءَ ۾ اجرڪ جي عمل دخل جو اندازو ان مان به لڳائي سگهجي ٿو، ته پنهنجي پياري دوست يا عزيز جي مرڻ کان پوءِ ان جي ميت تي به اجرڪ وڌي ويندي آهي.

اجرڪ نه رڳو سنڌ ۽ پاڪستان ۾ مقبول آهي، بلڪه ان جي مقبوليت سنڌ ۽ پاڪستان جون سرحدون ٽپي ڏيساور ۾ به پهچي چڪي آهي. ڏيساور جي دوستن کي ڏيڻ لاءِ اجرڪ کان وڌيڪ بهتر ٻي ڪابه سوکڙي نه آهي.

(ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي)

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سنڌ جي ثقافت جي اهم سوکڙي ڪهڙي آهي؟
2- اجرڪ کي عربن ۾ ڪهڙي نالي سان سڏيو ويندو آهي؟
3- اجرڪ ڪيترن مختلف مرحلن مان گذري مڪمل ٿئي ٿي؟
4- ڊزائين ۽ رنگ جي لحاظ کان اجرڪ جا گهڻا قسم آهن؟
5- اجرڪ سنڌ جي ڪهڙن شهرن ۾ ٺهي ٿي؟
6- اجرڪ جا ڪهڙا چار رنگ ٿيندا آهن؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:
سُجاڻ – سوڪڙي – اهجاڻ – ڍنگ – مانُ – ڏيساور.

(ج) هيٺين لفظن جا واحد ۽ جمع لکو:
اجرڪ- مورتيون- چادر- علامتون- هلڪا- ڪپڙو- سنها- ڳاڙهو.

(د) هن سبق ۾ چئن رنگن جا نالا ڏنا ويا آهن، توهين انهن ڪان سواءِ ٻين رنگن جا نالا لکو.

(ه) هن سبق ۾ سنڌ جي ڪجهه شهرن جا نالا ڏنا ويا آهن، توهين انهن ڪان سواءِ سنڌ جي ٻين ڪن ٻـ پنجن شهرن جا نالا لکو.

( و ) هن سبق ۾ ٻن موسمن "اونهاري" ۽ "سياري" جا نالا آيا آهن، توهين ٻين موسمن جا نالا لکو.

(ز) ضمير اهو لفظ آهي، جيڪو اسم بدران ڪم اچي ٿو، جيئن "آءٌ" "تون" "هو" وغيره. توهين انهن لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو.

# ميرن جي درٻار

سنڌ ۾ جڏهن ميرن جي حڪومت هئي، تڏهن مير مراد علي خان علاج لاءِ سن 1827ع ۾ ميرن ڪچ مان هڪ انگريز عملدار ڊاڪٽر جيمس برنس، کي گهرايو هو. هن پنهنجي سفرنامي ۾ ميرن جي درٻار جي سُونهن ۽ نزاڪت جي تعريف ڪئي آهي. هُو لکي ٿو:

“تاريخ 20 نومبر تي آءٌ حيدرآباد پهتس، شهر مان لنگهندي مون کي ڏاڍو ڇهڇٽو نظر آيو. هَشام ماڻهن جا منهنجي اچڻ جو ٻڌي، مون کي ڏسڻ لاءِ ميڙ ڪري آيا. سيئي منهنجي ڏوليءَ جي چوڌاري ٿي بيٺا. مرد ته ڇڏيو پر مايون ٻه مون کي ويڙهي ويون. ميرن جي سپاهين ماڻهن کي پوئتي هٽائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر انهن کي يورپي صاحب لوڪ جي مُنهن ڏسڻ تي ايڏي ته دل هئي، جو سپاهين جا ڌڪ سَنائون، پر پُٺتي نه هٽيا. آخر جڏهن مان قلعي جي دروازي وٽ آيس، تڏهن مون کي ميرن جي ڪچهريءَ ڏانهن نِيائون.

قلعي ۾ گوڙ ڪونه هو، سانت لڳي پئي هئي. اجا سنهڙيون گِهٽيون لتاڙي رهيس، ته يڪدم هڪ وڏو اڱڻ اڳيان آيو: جتي ڪيترائي سنڌي ماڻهو خوش پوشاڪ ويٺا هئا. ڀتين تي ڪمانگري ڇٽ هئا. پَٽ تي قسمين قسمين غاليچا ۽ فرش فروش وڇايا پيا هئا.

اڱڻ جي هڪ پاسي وڏن مرغولن سان ٿي دروازا هئا.

جن جي اڳيان سائي ماهوت جا پردا ٽنگيل هئا. انهن مان هڪ دروازي وٽ مون کي ميرن جو وزير ۽ هڪ ٻيو عملدار وٺي ويا. اجا مون هيڏانهن هوڏانهن پئي نهاريو، تہ اوچتو ميرن جي خدمتگار اچي منهنجو بوٽ لاٿو ۽ پوءِ مون کي ميرن جي منجهين وٽ وٺي هليا. اتي ڏاڍو عجيب نماءُ ڏسڻ ۾ آيو، جو مون کان ڪڏهن بہ نہ وسرندو. ننڍي هوندي مون الف ليليٰ ۽ ٻين ڪتابن ۾ بادشاهن ۽ حاڪمن جي ڪچهرين جي تجمل ۽ ڏيک جا گهڻا بيان پڙهيا هئا، پر هينئر جو مون پنهنجي اکين سان ايڏي جلويدار ۽ شان شوڪت واري ڪچهري ڏٺي، سو ڏاڍو خوش ٿيس. چؤ ڌسان تہ انهيءَ ڪمري ۾ ڏاڍا اُچا ۽ قيمتي ايراني غاليچا وڇايا پيا آهن. هڪڙي پاسي ڪيترا شڪيل ۽ اُڇيون پوشاڪون پهريل مير ويٺل آهن ۽ انهن جي وچ ۾ ٻہ مکيہ مير، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان، جن تي حڪومت جي پڳ هئي، گاديءَ تي چڙهيا وينا آهن. گاديءَ تي پَٽ ۽ زريءَ جو ڪم ٿيل هو ۽ ان جي چئني ڪُنڊن تي سونا جهاڳا ٻڌل هئا. گاديءَ هيٺان هڪ وڏو سوسني بخمل جو گول وهاڻو رکيل هو، جنهن تي ڪُنڊيءَ جي پرت جا سونهري گل هئا. انهن ٻنهي ميرن جي پاسن کان سندن عزيز خويش ويٺل هئا، جهڙوڪ: مير صوبدار خان، مير محمد خان ۽ مير مراد علي خان جا پُٽ مير نصير خان ۽ مير نورمحمد خان. انهن کان ٿورو پرڀرو سندن مامو مير محمد خان ۽ ان جا پُٽ وينا هئا.

سيني ميرن جي پنهنجي خدمتگار، جن کي تراريون ۽ ڍالون هيون، سي چڱيون پوشاڪون پهريون بيٺا هئا. هر جاءِ صفائيءَ ۽ سنائيءَ ۾ بي مثال هئي. مان پائيندو هوس تہ هندستان جا ڏيهي راجائون، نواب، امير امراءَ ۽ سندن عهديدار ۽ خدمتگار ڀپڪيدار ۽ جرڪندڙ پوشاڪون، قيمتي هٿيار ۽ ٻيو سامان سڙو گهڻو لڳائيندا آهن، پر ڪين صفائي ۽ نزاڪت لاءِ گهڻو قدر ڪونهي.

ڪيترن هندو راجائن جي دربار ۾ مون ڏٺو هو تہ زري زريفت، سون ۽ جواهر جو ڏيک گهڻو هو، پر منجهن ميرن جي دربار جي صفائيءَ واري ڳالهہ ڪانہ هئي. ميرن جي دربار جي صفائي سُنائي ايتري هئي جو ڏسي مون کي تعجب وٺي ويو. جڏهن مان دربار جي صفي ۾ آيس، تڏهن سڀ مير مون کي اُٿي گڏيا. مون کي مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان جي پرسان ويهاريائون.

پوءِ مون سان فارسيءَ ۾ گفتگو ڪرڻ لڳا. پهريائين خوش خير عافيت پڇي، منهنجي گهڻي مرحبا ڪيائون، پوءِ مير ڪرم علي خان مون کي چيو تہ "توهين اسان جا خاص مهمان آهيو. هر شيءِ توهان لاءِ موجود آهي."

مٿيون سمورو بيان ڏيکاري ٿو تہ سنڌ جا حاڪم مير ڪيڏا نہ سڌريل، نيڪ خصلت ۽ صفائيءَ ۽ سنائيءَ وارا هئا! جو يورپي عملدار ۽ ٻيا ڌاريا بہ سندن تعريف ڪرڻ مان نٿا ڍاپن.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ميرن جي دربار جو ذڪر برنس ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪيو آهي؟
2- ميرن جي دربار جو سٿاءُ ڪهڙي قسم جو هو؟
3- ميرن جي پوشاڪ ڪهڙي قسم جي هئي؟
4- ميرن جي اخلاق بابت برنس ڇا لکيو آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڇهڇٽو – هَشام – سانت – نماءُ – شڪيل.

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| تعريف | | گل | |
|---|---|---|---|
| مرد | | پرپرو | |
| آخر | | ڏيهي | |
| گوڙ | | مهمان | |
| اُڇا | | ڏاريا | |

(د) هيٺئين جملي مان ضمير ڳوليو:

آءٌ آيس، پر تون نہ هئين.

# ڪينجهر ڍنڍ

ڪينجهر لفظ جي معنيٰ آهي ’گهٽائي‘ سنڌيءَ ۾ هڪ اصطلاح آهي تہ ”ڪينجهر لڳڻ“ يعني سرسبز ٿيڻ، آباد ٿيڻ. ’ڪينجهر‘ ۽ ’سونهري‘ هڪٻئي جي پر ۾ ٻہ ڍنڍون هونديون هيون. ڪوٽڙي بئراج ٺهڻ کان پوءِ ڪلري بگهاڙ واهہ وهي اچي ڪينجهر ۾ پوندو آهي، اِنڪري ٻئي ڍنڍون ملي هڪ ٿي ويون آهن. هاڻي رڳو ڪينجهر جو نالو آهي. سونهريءَ جو ڪوبہ نالو نشان ڪونهي.

ڪينجهر ۽ سونهريءَ جي نالن بابت هڪ مڪاني روايت آهي، تہ ڪينجهر هڪ مُهاڻو هو ۽ سونل سندس زال هئي. انهن ڍنڍن تي اهي نالا بہ اُنهن تان پيا آهن. اها بہ مڪاني روايت آهي تہ ميربحرن جو گندرا قبيلو ڪينجهر ۽ سونل جي اولاد آهي.

ڪينجهر هڪ پراڻي ۽ تاريخي ڍنڍ آهي. سنڌ جي رومانوي داستان نوري ڄام تماچيءَ جو تعلق بہ هن ڍنڍ سان آهي. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ بہ انهيءَ داستان جي حوالي سان ’سُر ڪاموڏ‘ ۾ ڪينجهر ڍنڍ جو ذڪر ڪيو آهي.

ڪينجهر ڍنڍ نہ رڳو تاريخي مڪان طور هڪ يادگار آهي؛ پر سنڌ جي معاشي، سماجي ۽ ثقافتي سطح تي بہ ان جي هڪ خاص اهميت آهي. معاشي لحاظ کان ڪينجهر ماڻهن لاءِ

روزگار جو هڪ مکيہ وسيلو آهي. ساڳئي وقت ڪينجهر جي خوبصورتي ڪيترن ڏيهي ۽ پرڏيهي سياحن کي پاڻ ڇڪيندي آهي! نہ رڳو نوري ۽ ڄام تماچيءَ جي داستان جي حوالي سان، پر ڪينجهر پنهنجي سُونهن جي ڪري بہ ڪلاسيڪل توڙي جديد ساهت جو موضوع رهي آهي.

ڪينجهر جي چوڌاري اڳي وڏيون وڏيون وسنديون ۽ ڳوٺ آباد هئا. جن مان ڪي پاڻيءَ هيٺ اچي ويا. هن وقت جهمپير، هيلايا، چليا ۽ ٻيون وڏيون وسنديون موجود آهن.

ڪينجهر هڪ بهترين تفريح گاهہ آهي. تفريح خاطر ايندڙ ماڻهن لاءِ ٻيڙين ۽ لانچن جو بندوبست ڪيل آهي. انهن جي رهائش لاءِ سرڪاري طرح پڪا گهر بہ ٺهرايا ويا آهن. جيڪي مناسب مسواڙ تي ڏنا ويندا آهن. ترڻ، ٻيڙين تي سير ڪرڻ، مڇين جي شڪار جي وندر هت گهڻي آهي. ڪينجهر ڍنڍ مان ساليانو لکين روپين جي مڇي ڦاسائي وڃي ٿي. هتي ٻُوراني، ٻِهہ پَبُڻ، ڪُمر، لوڙهہ بہ ڄام ٿين ٿا.

روزانو سون جي تعداد ۾ ماڻهو پنهنجي ٻارن ٻچن سميت ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٻين شهرن کان ڪينجهر تي گهمڻ ايندا آهن. ڪينجهر جي ويجهو جهمپير ۾ امير پير جون درگاهون آهن. نوريءَ جي مرشد، هوندڙي شاهہ جي قبر، ڪينجهر ڍنڍ جي وچ ۾ هڪ ٽڪريءَ تي آهي. هن بزرگ جي پيرانديءَ ۾ سنڌ جي راڻي نوريءَ جي قبر آهي. ڪينجهر ڍنڍ تي گهمڻ لاءِ ايندڙ ماڻهو هوندڙي شاهہ ۽ نوريءَ جي قبر تي حاضري ضرور ڀريندا آهن.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ڪينجهر لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟

2- ڪينجهر جي ڍنڍ تي اهو نالو ڪيئن پيو؟

3- "ڪينجهر لڳڻ" اصطلاح جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟

4- حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ڪينجهر جو ذڪر ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

5- نوريءَ جي قبر ڪٿي آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

داستان- مکيہ- وسيلو- ڏيهي- پرڏيهي- ساهت- وندر.

(ج) هيٺيان خال ڀريو:

1- ڪينجهر هڪ پراڻي ۽ تاريخي ..................... آهي.

2- ڪينجهر جي چوڌاري اڳي وڏيون وسنديون ۽ ......................... آباد هئا.

3- ڪينجهر هڪ بهترين ..................... آهي.

4- هتي ..................... ٻِهه، پٻڻ، ڪُمِ، لوڙهه بہ جام ٿين ٿا.

(د) 'تفريح گاهه' لفظ، تفريح جي پنيان گاهه، پڇاڙي ملايو ناهيو ويو آهي: "گاهه" پڇاڙي ملائي اهڙا ٻيا لفظ ناهيو.

(هہ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

پراڻي- آباد- پرڏيهي- پڪا- گهٽي- پيراندي.

# سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

سنڌي زبان تمام قديم زبان آهي. آثارن ۽ اهڃاڻن مان معلوم ٿئي ٿو تہ آڳاٽي زماني کان ئي سنڌي زبان ۾ علم ادب موجود هو. عربن جي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو تہ عربن جي حڪومت جي دور ۾ قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ٿيو هو. عربن کان پوءِ سومرن جو دور اٽڪل 1050ع کان شروع ٿيو. هن دَور جو گهڻو شعر نہ مليو آهي؛ پر جيڪي ڪجھ مليو آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان وقت سنڌي شاعري اوج تي هئي. جنهن ۾ هر قسم جو مضمون بيان ٿيندو هو. روحانيت ۽ اخلاقيات جا سبق بہ شاعريءَ ذريعي ڏنا ويا هئا. مشهور رومانوي داستانن سسئي پنهون، عمر مارئي وغيره تي بيت بہ چيا ويا هئا، تہ سنڌ جي سورمن جي سورهيائيءَ جو ذڪر بہ بيتن ۾ ڪيو ويو.

سومرن کان پوءِ سمن جو دَور شروع ٿيو. هن زماني جو سنڌي شعر بہ ملي ٿو. هن دَور جي ڪيترن ئي سنڌي شاعرن جا نالا ملن ٿا. هن دَور جو اهم شاعر قاضي قادن هو، جيڪو سنڌي زبان جو تمام وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس هڪ سَوَ کان وڌيڪ بيت مليا آهن، جن ۾ تصوف ۽ وحدانيت جون ڳالهيون بيان ٿيل آهن.

سمن کان پوءِ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن سنڌ تي حڪومت ڪئي. هن دَور ۾ اسان کي سنڌي زبان جي ڪيترن

ئي شاعرن جا نالا ملن ٿا. جن مان شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو به هڪ وڏو شاعر آهي. سن 1700ع ۾ ٺٽي جي عالم مخدوم ابوالحسن، سنڌي رسم الخط کي باقاعدي صورت ڏني ۽ "مقدمة الصلواة" نالي ڪتاب نظم ۾لکيو. بعد ۾ ٻين به ڪيترن ئي عالمن ڪيترائي مذهبي ڪتاب نظم ۾ لکيا. 1701ع کان اُتر سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪومت شروع ٿي. هي دَور سنڌي زبان ۾ علم ادب جو سونهري دَور سڏجي ٿو. هن دَور ۾ اسان کي سنڌي زبان جو عظيم تر شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي (وفات 14 صفر 1165هه بمطابق 1752ع) ملي ٿو. جنهن جي شعر ۾ فڪر ۽ خيال جي گهرائي ۽ وسعت به آهي، ته فن ۽ زبان جون خوبيون به آهن. شاهه صاحب کان سواءِ هن دَور ۾ ٻيا به ڪيترائي سنڌي شاعر ٿي گذريا آهن.

ڪلهوڙن جي حڪومت بعد، سن 1782ع کان ٽالپرن جو دَور شروع ٿئي ٿو. هن دَور جو عظيم شاعر سچل سرمست آهي. جنهن سنڌي زبان کان سواءِ فارسي، اردو، هندي، سرائڪي ۽ ٻين زبانن ۾ به شعر چيو آهي. رندي ۽ بيباڪي، مستي ۽ ڪيف، دلڪشي ۽ اثر انگيزي سندس ڪلام جون خوبيون آهن. هن دَور جو ٻيو وڏو شاعر سيد ثابت علي شاهه (وفات 1810ع) آهي؛ جنهن پهريون پيرو سنڌي زبان ۾ مرثيي جو رواج وڌو. هن دَور ۾ ٻيا به ڪيترائي شاعر ملن ٿا؛ جن ۾ خليفو نبي بخش لغاري، حمل فقير لغاري، سامي، فتح فقير سومري جا نالا اهم آهن.

سن 1843ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي. هن دَور ۾

موجوده الف – ب نهي ۽ سنڌيءَ ۾ تعليم عام ٿي ۽ شاعريءَ ترقي ڪئي. ان سان گڏ نثر ۾ به بيشمار ڪتاب لکيا ويا. نوان لاڙا سنڌي ادب ۾ جاءِ وٺندا ويا ۽ ان ۾ وسعت جو سبب بڻيا. هن دَور جو عظيم شاعر قادر بخش بيدل (وفات 1872ع) آهي. جنهن جي شعر ۾ تصوف جي اُپٽار ۽ سچل سرمست واري بيباڪي ۽ فڪر جي بلندي آهي. ان ڪان سواءِ ٻين به ڪيترن شاعرن هن نموني جو شعر چيو: هن دَور ۾ غزل جا بلند پايه شاعر پيدا ٿيا. جن غزل ۾ حسن ۽ عشق جي بيان سان گڏ تصوف، اخلاقيات، معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو ذڪر به آندو. انهن شاعرن مان خليفو گل محمد، فاضل شاهه، آخوند محمد قاسم، غلام محمد شاهه گدا، مير عبدالحسين سانگي، حافظ حامد، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، ميان علي محمد قادري، حاجي محمود خادم، مير علي نواز ناز ۽ مسرور فقير جا نالا قابلِ ذڪر آهن. غزل ڪان سواءِ مثنوي، مسدس، رباعي ۽ شعر جي ڪن ٻين صنفن تي به طبع آزمائي ڪئي ويئي.

هن دَور ۾ اصلاحي شاعريءَ جو رواج به پيو، شاعريءَ ذريعي مسلمانن کي سجاڳيءَ جو پيغام ڏنو ويو. ان سلسلي ۾ الله بخش ابوجهو، شمس الدين بلبل، فتح محمد سيوهاڻي، محمد هاشم مخلص، غلام احمد نظامي ۽ ٻين شاعرن جا نالا ملن ٿا. اڳتي هلي نثر ۾ تمام گهڻي ترقي ٿي. ڪيترائي ناول ڇپيا. ڊراما، افسانن ۽ مضمونن جا مجموعا شايع ٿيا. تنقيدي ۽ تاريخي مضمون ۽ ڪتاب به لکيا ويا. ڪيتريون ئي اخبارون ۽ رسالا نڪرڻ شروع ٿي ويا، جن سنڌي علم ادب جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو.

نثر نويسن آڏو هڪ مقصد هوندو هو. شروع ۾ هنن سماج جي اصلاح جو مقصد آڏو رکي لکڻ شروع ڪيو. هنن ڪيترائي ناول ۽ ڊراما ٻين زبانن مان ترجمو ڪيا. ان دَور جي ليکڪن مان منشي اُڌارام ٿانورداس، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙومل، لالچند امرڏنومل، ڀيرومل مهرچند ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ سياسي سجاڳيءَ جي لهر آئي ۽ آزاديءَ جي هلچل زور وٺي وئي. انهيءَ ڪري سنڌي ليکڪن سماج جي اصلاح سان گڏ سياسي مقصد ۽ آزاديءَ جي هلچل بہ پنهنجي سامهون رکي. انهن ليکڪن مان علامہ آءِ.آءِ قاضي، ڊاڪٽر دائودپوٽو، علي خان ابڙو، ڄيٺمل پرسرام، ڪشنچند بيوس، پرمانند ميوارام، ليکراج ڪشنچند عزيز، محمد صديق مسافر، عبدالخالق خليق مورائي، محمد بخش واصف، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، حافظ عبدالله بسمل، عثمان علي انصاري، مولانا دين محمد وفائي ۽ پير علي محمد راشديءَ جا نالا ذڪر لائق آهن.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- عربن جي دَور ۾ سنڌي ادب جا ڪهڙا اهڃاڻ ملن ٿا؟
2- سومرن جي دَرو جون سنڌي ادب بابت ڪهڙيون ڳالهيون معلوم ٿيون آهن؟
3- ڪلهوڙن جي دَور کي سنڌي ادب جو سونهري دَور ڇو ٿو سڏيو وڃي؟

4- تالپرن جي دَور ۾ ڪهڙا مشهور شاعر ٿي گذريا آهن؟

5- ثابت علي شاهه ڪهڙي قسم جو شعر چيو آهي؟

6- انگريزن جي اوائلي دَور ۾ ڪهڙا ليکڪ ٿي گذريا آهن؟

7 اوائلي سنڌي نثر نويس ڪهڙا ٿي گذريا آهن؟

(ب) ڳالهائيندڙ بدران جيڪو ضمير ڪم اچي ٿو، اُن کي "ضمير متڪلم" چئبو آهي. هيٺين جملن مان ضمير متڪلم ڳوليو:

(1) آءٌ ايندس (2) مان ويندس (3) اسين پڙهنداسين.

# رَڌ پَـچـاءُ

چوڪرين کي جتي ٻين هُنرن سيکارڻ جي ضرورت آهي؟ اُتي اها بہ لازمي ڳالهہ آهي تہ کين رڌ پچاءُ بہ سيکاريو وڃي. انهيءَ جو مطلب اهو آهي تہ چوڪرين کي عمدا ۽ عاليشان کاڌا رڌڻ اچن، پر سني رڌ پچاءُ ڪرڻ واري سٺي چوڪري اُها آهي، جنهن ۾ هي ٽي خاصيتون هجن: صفائي، سنڀال ۽ وقت جي پابندي.

کاڌي کان پهريائين ضروري ڳالهہ صفائي آهي. جيڪڏهن رڌڻو گندو هوندو ۽ کاڌي جا ٿانوَ ميرا هوندا، تہ کاڌي کائڻ واري کي ڪراهت ايندي.

رڌڻو هميشہ ٻُهاريل اڇو اُجرو هجي. تنهن کان پوءِ اهو بہ ڌيان رکجي، تہ رڌڻي کي مهيني ٻن کان پوءِ ليپو ضرور ڏجي. رڌ پچاءُ ۽ کاڌي پيتي جي ٿانوَن کي چار سان ملي صاف ڪجي. چار ۾ سٽيي يا ميراڻ جذب ٿي وڃن ٿا. پوءِ صاف پاڻيءَ سان انهن کي ڌوئي، خشڪ ڪري صاف ڪپڙي سان اُگهڻ گهرجي. ان لاءِ گدلو يا ميرو ڪپڙو پلجي بہ استعمال نہ ڪجي، نہ تہ ٿانوَن ملڻ ۽ ڌوئڻ جي محنت اجائي ٿي ويندي ۽ انهن تي وري ميراڻ لڳي ويندي.

رڌ پچاءُ ۽ کاڌي کارائڻ وقت ٿانوَن کي ٻيهر صاف ڪپڙي سان اگهڻ گهرجي ۽ هٿن کي بہ ڌوئڻ گهرجي، ڇو جو مٽي ۽ ڌوڙ ٿانوَن ۽ هٿن تي لڳندي رهي ٿي، جنهن کي کاڌي جي شين ۾ ملڻ نہ ڏجي. صاف ڪرڻ واريون شيون جهڙوڪ:

ڪپڙو وغيره جيڪي هر روز ڪم ۾ اچن، انهن کي روزانو صابڻ سان ڌوئي سُڪائڻ ضروري آهي.

ساڳيءَ طرح اُهي ٿانوَ، جيڪي رڌ پچاءُ ۽ کاڌي پيتي جي استعمال ۾ اچن ٿا، تن کي ڪم پوري ٿيڻ تي صاف ڪرڻ بهتر آهي. اهو ڪم گهڻي وقت لاءِ ٿاري ڇڏڻ نہ گهرجي. ائين ڪرڻ سان ٿانوَن جي قلعي يا چمڪ گهڻو وقت جٽاءُ ڪري ٿي ۽ انهن جي صفائي ۽ رونق هر وقت قائم رهي ٿي. رڌ پچاءُ تي ويهڻ وقت جنهن جنهن شيءِ جي ضرورت هجي، اها اڳواٽ پاڻ وٽ رکڻ گهرجي. ائين نہ ٿئي جو پُڇڻيءَ وقت مصالحي ڪٽڻ لاءِ ڊوڙو. پاڻيءَ جي ضرورت پوي، تہ اُٿي لوٽو پريو ۽ باھ گهٽ ڪرڻي هجي تہ چمٽو ڳوليو.

سُٺي رڌ پچاءُ لاءِ ٽين ضروري ڳالھ آهي؛ وقت جي پابندي. وقت جو گهڻو خيال رکڻ گهرجي. کاڌو هميشہ وقت تي تيار ڪرڻ گهرجي. ائين نہ تہ ٻار اسڪول لاءِ تيار آهن ۽ مانيءَ لاءِ اٿو ڳوهيل ئي ڪونهي يا ٻار اسڪول مان ٿي موٽي آيا، پر ڳنڍڻ اجا تيار نہ آهي! سيئي ٻار گوڙ ڪري رهيا هجن ۽ توهين گهبرائجي وڃو، تہ ڇا ڪجي؟ ڇا نہ ڪجي! پهريائين ويچارڻ گهرجي تہ اڄ ڪهڙي شيءِ رڌبي ۽ کاڌو ڪيڏي مهل تيار ٿي سگهندو. اهڙيءَ ريت وقت جو اندازو ڪري، رڌ پچاءُ تي ويهبو تہ ڪڏهن بہ ڪنهن ڳالھ ۾ اوير ڪانہ ٿيندي.

کاڌو جيترو گهرجي اوتروئي رڌي اڳيان رکجي. کاڌو ٿورو هوندو تہ توهان کي پريشان ٿيڻو پوندو. وڌيڪ هوندو تہ

ضايع ٿي ويندو. لوڻ، مرچ ۽ گيهه جو بہ پورو اندازو هجي. انهن مان ڪابہ شيءِ وڌيڪ يا گهٽ هوندي تہ ڪاڏو بي مزي ٿي ويندو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سُٺي رڌ پچاءُ ڪندڙ جون وصفون ٻڌايو؟
2- رڌ پچاءُ ۽ ڪاڏي پيتي جا ٿانوَ ڪهڙي ريت صاف ڪرڻ گهرجن؟
3- رڌ پَچاءُ لاءِ وقت جي پابندي ڪيتري ضروري آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:
چار — ڳُنڌڻ — ريت — اوير.

(ج) "مار!" ڪيڏو نہ طوفان آهي. هن جملي ۾ "مار!" لفظ جا جي معنيٰ ٿو ڏيکاري؟

# ٻہ ٽہ ٻارھن

ارشد ۽ سليم پاڻ ۾ دوست ھئا. اُھي پاڙيسري ۽ ھم ڪلاسي ٻہ ھئا. اسڪول ٻہ گڏجي ويندا ھئا ۽ ساڳي بئنچ تي ويھندا ھئا. راند ٻہ گڏجي ڪيڏندا ھئا، تہ اسڪول مان مليل گھر جو ڪم ٻہ گڏجي ڪندا ھئا. ائين گڏ ڪيڏندي، پڙھندي ٻنھي مئٽرڪ پاس ڪئي. ارشد مئٽرڪ پاس ڪري شھر پڙھڻ ھليو ويو ۽ سليم پنھنجي پيءُ سان ٻنيون سنڀالڻ لڳو. ارشد گھڻو ئي چاھيو ٿي تہ سليم ٻہ وڌيڪ پڙھي، پر سليم جي گھرُو حالت ڪيس ان جي اجازت نٿي ڏني. ارشد پڙھي وڏو امتحان پاس ڪري وڏي عھدي تي وڃي پھتو.

نوڪريءَ ۾ بدلي تہ ٿيندي رھندي آھي. سو ارشد ٻہ ملڪ جي مختلف شھرن ۾ بدلي ٿيندو رھيو. ھُو جتي ٻہ رھندو ھو، اتان پنھنجي ننڍپڻ جي دوست کي باقاعدي خط لکندو رھندو ھو. ڪافي عرصي کان سليم وٽان خط اچڻ گھٽجي ويا، پر ارشد پنھنجي دوست کي ڪڏھن ٻہ ڪونہ وساريو. جيتوڻيڪ ھن کي سليم جي خط نہ لکڻ تي ڳڻتي ضرور ھئي! ارشد جي بدلي پنھنجي ئي ضلعي ۾ ٿي. ھُو ڪجھہ ڏينھن بعد پنھنجي ڳوٺ ويو.

ارشد، ڳوٺ ۾ پنھنجي اچڻ جو ڪنھن کي ٻہ اطلاع ڪونہ ڏنو ھو. ھن سوچيو تہ اوچتو ڳوٺ پھچي سليم کي حيران ڪري ڇڏيندو! ھو شام جي وقت ڳوٺ پھتو ھو ۽ سڌو سليم جي ٻنين

ڏانهن هليو ويو. اُتي ئي هُو ۽ سليم سدائين پاڻ ۾ ملندا هئا ۽ ڪچهري ڪندا هئا. ارشد جيئن ئي اُتي پهتو ته اُتي ويرانيءَ کان سواءِ ڪجهه به ڪونه هو. ارشد ڳوٺ جي گهٽين مان ٿيندو، سليم جي گهر ڏانهن وڃڻ لڳو. ڳوٺ جي گهٽين ۾ به هن کي اڳين رونق نظر نه آئي. ڳوٺ جي بازار به بند هئي. ارشد جڏهن سليم جي گهر پهتو ته اها گهٽي به ويران لڳي پئي هئي. هن جڏهن سليم جي گهر جو در کڙڪايو، ته پهرين ته ڪوبه جواب ڪونه مليو، پوءِ ڪنهن ڊنل آواز ۾ پڇيو ته ڪير آهي؟ ارشد هڪدم پنهنجي دوست سليم جو آواز سڃاتو. "اڙي يار آءٌ آهيان ارشد." سليم هوريان هوريان ڪري دروازو کوليو ۽ ارشد کي ڇڪي اندر ڪيو.

ارشد ڏٺو ته سليم ڏاڍو گهبرايل هو. پوءِ سليم جڏهن ارشد کي ڳوٺ جي برباديءَ جو احوال ٻڌايو، ته ارشد کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ڌاڙيلن ڳوٺ جو سُک، امن ۽ خوشيون ختم ڪري ڇڏيون هيون. ماڻهن جو چين تان مُرڪ گم ٿي ويئي هئي. رات ته رات، پر ڏينهن جو به ماڻهو گهرن مان ٻاهر نڪرڻ ۾ ڊپ محسوس ڪندا هئا.

هاڻي نه هيون اُهي ڪچهريون نه اُهي ميلا ملاکڙا، نه اُهي رانديون روندیون. ڳوٺاڻا مڪمل طور ڌاڙيلن جي رحم ڪرم تي هئا. ارشد دل ئي دل ۾ پنهنجي ڳوٺ کي مڪمل تباهيءَ ۽ بربادیءَ کان بچائڻ جو فيصلو ڪري ورتو. هن پڪو ارادو ڪيو،

تہ هُو هر صورت ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ سک، امن ۽ خوشي واپس آڻيندو ۽ جڏهن هن پنهنجو فيصلو سليم کي ٻڌايو، تہ سليم سندس ساٿ ڏيڻ جو واعدو ڪيو.

ٻئي ڏينهن ارشد ڳوٺ جي ماڻهن سان ان ڏس ۾ هڪ گڏجاڻي ڪئي ۽ انهن کي چيائين تہ "ٻَڌيءَ ۽ ايڪي سان، همت ۽ بهادريءَ سان انسان ڏونگر بہ ڏاري سگهي ٿو. اسين بہ هڪ ٻئي جي ساٿ ۽ سهڪار سان ڌاڙيلن جو مقابلو ڪنداسين." ارشد جي ڳالهين نوجوانن ۾ جوش ۽ جذبو پيدا ڪري ڇڏيو.

انهيءَ سلسلي ۾ ارشد انتظاميا جي اعليٰ عهديدارن جي گڏجاڻي سڏائي ۽ بدامنيءَ جي خاتمي لاءِ خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. ان کان پوءِ انتظاميا ۽ ڳوٺاڻن جي گڏيل ميٽنگ ڪئي وئي. جنهن ۾ ڌاڙيلن جي خاتمي جي حڪمت عملي جوڙي وئي ۽ ان وقت کان ئي ان تي عمل شروع ٿي ويو. هڪڙي ڏينهن هنن کي ڌاڙيلن جي ڇُرپُر جو پڪو اطلاع مليو ۽ پوليس ۽ هٿياربند ڳوٺاڻا اوچتو وڃي ڌاڙيلن تي ڪڙڪيا. ڏاڍو سخت مقابلو ٿيو.

مقابلي ۾ هڪ ڌاڙيل مري ويو ۽ ٻيا هٿيار ڦِٽا ڪري پيش پيا. انهيءَ مقابلي ۾ سليم بہ زخمي ٿي پيو هو. ارشد ان کي ڪٽائي شهر جي اسپتال ۾ داخل ڪرايو. سليم جو ڪافي رت وهي چڪو هو ۽ بيهوش هو. ارشد، سليم کي رت ڏنو ۽ الله تعاليٰ کان پنهنجي دوست جي زندگيءَ جون دعائون گهرڻ لڳو.

صبح ٿيڻ وارو هو. ٿڌي ٿڌي هِيرَ پئي گُهلِي، پکين جي مٺڙن آوازن تي سليم جي اک کُلِي پئي ۽ هُن ڏٺو ته سندس دوست ارشد هن جي سامهون بيٺو مُرکي رهيو هو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سليم وڏيڪ ڇو نه پڙهي سگهيو؟
2- ارشد جڏهن ڳوٺ پهچي، ٻنين تي پهتو ته اُتي ڇا ڏٺائين؟
3- ڳوٺ جي تباهي ڏسي ارشد دل ۾ ڪهڙو فيصلو ڪيو؟
4- سليم ۽ ارشد ڏاڙيلن جو خاتمو ڪيئن آندو؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:
ڳَٽي – هوريان – ٻَڌي – ڏونگر – سهڪار – هِير.

(ج) هن سبق ۾ ڪجھ ٻٽا لفظ آيا آهن، جيئن "هوريان هوريان" توهين سبق مان ڪجھ اهڙا ٻيا ٻِٽا لفظ لکي ڏيکاريو.

(د) هيٺين غلط جملن کي صحيح ڪري لکو:

1- هن ڪتابون پڙهيون.
2- مون آواز سجاتي.
3- سيني ۾ دل ڌڙڪيو.
4- اڄ موسم سنو آهي.

# نصرپور

نصرپور سنڌ جي جهونن تاريخي، علمي ۽ هنري شهرن مان هڪ آهي. نصرپور مٽياري ضلعي ۾ ٽنڊي الهيار جي اُتر اولهه طرف 6 ميلن جي مفاصلي تي آهي.

نصرپور جي آباد ٿيڻ بابت تاريخدانن جا الڳ الڳ رايا آهن. ڪن جو چوڻ آهي، ته هيءُ شهر فيروز شاهه تغلق جي هڪ امير نصير بَڌايو هو ۽ ان جي نالي پٺيان سڏجڻ لڳو. ڪن جو چوڻ آهي ته هي شهر نصير مُهاڻي بَڌايو هو.

نصرپور سنڌو درياءَ جي ڪناري آباد هو. انڪري انهيءَ جي زمين ڏاڍي آباد ۽ زرخيز هئي. هيءُ شهر نه رڳو ساوَڪ ۽ شادابيءَ جي ڪري مشهور هو، پر اُن ۾ ڪاريگر ۽ هنرمند ماڻهو به گهڻا رهندا هئا. انهن جي ٺاهيل شين جي نه رڳو سنڌ ۾، بلڪه سنڌ کان ٻاهر به ڏاڍي هاڪ هئي. انهن شين ۾ کيس، سوسيون، گربيون ۽ اَجرڪون اچي وڃن ٿيون.

سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دَور ۾ نصرپور کي وڏي اهميت رهي آهي. ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ نصرپور سکيو ستابو شهر هو. هتي ڪپڙن اُٽڻ جا ڪيترائي آڏاڻا هئا. هِتان جا کيس ۽ بافتو ڏيهه پرڏيهه مشهور هئا. ميان غلام شاهه جي وقت ۾ انگريزن ٺٽي ۾ ڪوٺي قائم ڪرڻ سان گڏ، نصرپور ۾ ننڍي ڪوٺي قائم ڪئي هئي. ڪلهوڙن جي آخري ڏينهن ۾ مدد خان پٺاڻ، سنڌ جي ٻين شهرن وانگي نصرپور ۾ ڦُرلُٽ ڪئي ۽ ان کي تباهه ڪيو.

نصرپور ۾ ڪيترائي عالم، بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. سنڌ جو مشهور ڏاهو وتايو فقير به هن شهر جو هو. جنهن جا گفتا اڄ به ماڻهو حوالي طور ٻڌائيندا آهن. شاهه عنايت رضوي، ڪلاسيڪل شاعريءَ جو هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. اُهو به هن شهر جو هو. سندس پوين مان ڪافيءَ جو وڏو شاعر مصري شاهه ٿي گذريو آهي. جنهن کي "ڪافيءَ جو بادشاهه" به چيو ويجي ٿو.

قديم آثارن مان شهر ۾ هاڻي رڳو هڪ اڌ نشان ئي باقي وڃي بچيو آهي. نصرپور جو قلعو ته ڪڏهوڪو ڊهي چڪو آهي، باقي قرارڪي مسجد اڃا موجود آهي. اها مسجد نصير مُهاڻي جي پاءُ قرار خان جوڙائي هئي.

سنڌو درياءَ جي رُخ بدلائڻ جي ڪري، جيتوڻيڪ نصرپور جو اڳيون اوج نه رهيو آهي؛ پر هن وقت هي شهر وري به ترقي ڪري رهيو آهي. اڄ به نصرپور جي ڪيسن ۽ ڪاڏِيءَ جو وڏو مانُ آهي. نصرپور جا ڪِيرَ ۽ پُڙا به مشهور آهن.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- نصرپور جو شهر ڪهڙي ضلعي ۾ آهي؟
2- نصرپور جو شهر ڪنهن ٻَڌايو هو؟
3- نصرپور ڪهڙن هنرن جي ڪري مشهور هو؟
4- نصرپور ۾ ڇا جا آڏاڻا هئا؟
5- ڪلهوڙن جي آخري ڏينهن ۾ نصرپور ۾ ڪنهن قُرلُٽ ڪئي هئي؟

6- ڪافيءَ جو بادشاهه ڪنهن کي چيو ويجي ٿو؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

جهونن – هاڪ – ڏيهه – پرڏيهه – جوڙائي – اوج.

(ج) هيٺين لفظن جا ضِد لکو:

| جهونن | | انتها | |
|---|---|---|---|
| آباد | | ڏيهه | |
| زمين | | اڳيون | |

(د) هيٺيان خال ڀريو:

1- هي شهر ........................ مهاڻي ٻَڌايو هو.

2- سنڌ جو مشهور ڏاهو ........................ به هن شهر جو هو.

3- قرارڪي مسجد نصير مهاڻي جي پاءُ قرار خان ..................... هئي.

4- اڄ به نصرپور جي ........................ ۽ ڪاڏِيءَ جو وڏو ماڻُ آهي.

# جهڙو راڄ تهڙو ياڳ

هڪڙي بادشاهه خواب لڌو، ڏٺائين ته سندس سمهڻ واري ڪوٺيءَ ۾ هڪڙي لومڙي پئي ڦٽڪي. صبح جو بادشاهه سيني اميرن، وزيرن ۽ نجومين کي خواب ٻڌايو؛ پر انهن مان ڪوبه ان جو تعبير نه ٻڌائي سگهيو.

پوءِ ته سڄي بادشاهيءَ ۾ پڙهو گهمايو ويو، ته جيڪو به خواب جو تعبير ٻڌائيندو، تنهن کي وڏو انعام ڏنو ويندو.

ڪجھ ڏينهن گذري ويا، پر خواب جي تعبير ٻڌائڻ لاءِ ڪوبه ڪونه آيو. نيٺ اها خبر هڪ ڏينهن هڪڙي ڪُڙميءَ تائين پهتي. هو به خواب جي تعبير ڪرڻ لاءِ توڪل ڪري نڪري پيو. واٽ تي هڪ جابلو لَڪ هو جتان هن کي لنگهڻو هو. اتي پهتو ته ڏسي ته هڪ واسينگ نانگ وينو آهي. هن نانگ کي چيو ته ”نانگ! مون کي واٽ ڏي، جو بادشاهه کي خواب جو تعبير ٻڌائڻ پيو وڃان.“ نانگ چيس ”اڙي ڪُڙمي! بادشاهه کي نجومي به تعبير نه ٻڌائي سگهيا، سو تون ڪيئن ٻڌائيندين؟ جي تون چوين ته آءٌ توکي تعبير ٻڌايان، پر ان لاءِ منهنجو شرط آهي، ته انعام جو اڌ مون کي ڏيندين.“ ڪُڙميءَ نانگ جو شرط مڃيو ۽ خواب جو تعبير ٻڌي روانو ٿي ويو.

دربار ۾ پهچي ڪڙميءَ خواب جو تعبير ٻڌائڻ جي اجازت گهري. بادشاهه کيس اجازت ڏني، ڪُڙمِيءَ چيو: ”بادشاهه سلامت! لومڙي هڪ دغاباز، بزدل ۽ مڪار جانور آهي؛ تنهنڪري

توهان کي سمجهڻ کپي تہ رعيت ۾ دغابازي، مڪاري ۽ رياڪاري وڌي ويئي آهي. جيڪڏهن اها بند نہ ٿي تہ پوءِ حڪومت کي نقصان پهچندو.” بادشاهہ کي ڳالهہ دل سان لڳي ۽ هن ڪُڙميءَ کي وڏا انعام اڪرام ڏنا.

ڪُڙمي انعام وٺي واپس پئي آيو، تہ خيال ڪيائين تہ ڇو نہ ٻيو رستو وٺي گهر وڃان! نہ تہ نانگ کي انعام جو اڌ ڏيڻو پوندو. سو هو ٻيو رستو وٺي گهر پهتو.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ بادشاهہ وري ٻيو خواب لڌو، تہ سندس محل ۾ هڪ اگهاڙي ترار پئي لٽڪي. صبح جو بادشاهہ ان ڪُڙميءَ ڏانهن ماڻهو موڪليو. هاڻي تہ ڪُڙمي اچي ڦاٿو. نانگ سان تہ هن دوکو ڪيو هو. هاڻي ڇا ڪري؟ نيٺ دل من هڻي نانگ وٽ ويو ۽ ان کي مِنٿون ڪرڻ لڳو. نيٺ نانگ کيس چيو تہ: “اڳي بہ تو قول ڪونہ پاڙيو، پر هاڻي واعدو ڪر تہ انعام جو اڌ ضرور مون کي ڏيندين!” ڪُڙميءَ هائوڪار ڪئي ۽ خواب جو تعبير ٻڌي روانو ٿيو.

بادشاهہ وٽ پهچي ڪُڙميءَ کيس ٻڌايو تہ: “جيئندا قبلا! ترار جو ڪم آهي خونريزي. اوهان جا دشمن اوهان جي پنيان اگهاڙي ترار کنيو پيا گهمن. اوهان بہ ترار جي زور سان انهن جو سر يڪدم قلم ڪري ڇڏيو.” بادشاهہ کي ڳالهہ دل سان لڳي. هن ڪُڙميءَ کي جهجها انعام اڪرام ڏنا. هڪ ترار بہ تحفي ۾ هن کي ڏنائين. ڪُڙمي خوش ٿيندو گهر ڏانهن موٽيو؛ پر واٽ تي وري بہ دل ۾ بي ايماني پيدا ٿيس، دل ۾ چوڻ لڳو تہ، نانگ کي اڌ

حصو چو ڏيان! جڏهن نانگ واري لَڪ وٽ پهتو تہ نانگ کي ڏسي ڪٽي ترار هنيائين. نانگ ويچارو پيجي ٻرَ ۾ گهڙي ويو. ڪُڙمي اچي گهر پهتو ۽ سک سان زندگي گذارڻ لڳو.

ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ بادشاهہ وري بہ ڪو خواب لڌو. هن وري ڪُڙميءَ ڏانهن ماڻهو موڪليو. ڪُڙمي تہ هاٿي آزار ۾ پئجي ويو؛ پر وري بہ نانگ وٽ ويو. نانگ چيس تہ: "هاٿي وري چو آيو آهين؟" ڪُڙميءَ، نانگ کي ڏاڍيون منٿون ڪيون. "پيلي، منهنجون خطائون بخش ڪر. هن خواب جو تعبير ٻڌاءِ نہ تہ مفت ۾ مارجي ويندس." تنهن تي نانگ چيس تہ: "چڱو، توکي خواب جو تعبير ٻڌايان ٿو، پر واعدو ڪر تہ هن ڀيري انعام جو اڌ ضرور ڏيندين!" ڪُڙميءَ هائوڪار ڪئي ۽ خواب جو تعبير ٻڌي روانو ٿيو.

بادشاهہ وٽ پهچي ڪُڙمي چيو تہ "بادشاهہ سلامت! اوهان خواب ۾ ڍڳي ڏٺي آهي. توهان گونگي ڳانءِ وارو پهاڪو تہ ضرور ٻڌو هوندو! سو ائين سمجهو تہ اوهان جي رعيت هاٿي ڳئون وانگر نِماڻي ٿي چڪي آهي. اوهان جي حڪومت کي هاڻي ڪوبہ لوڏو نہ آهي!" اهو ٻڌي بادشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو. ڪُڙمي بہ پنهنجو انعام وٺي روانو ٿيو.

ڪُڙمي هن ڀيري سڌو نانگ وٽ آيو. سمورو انعام آڻي نانگ آڏو رکيائين. نانگ چيس تہ، "ادا آءٌ ڪو انعام جو بُکيو نہ آهيان. مون تہ رڳو تنهنجو آزمودو ٿي ورتو. پر ان ۾ تنهنجو ڏوهہ نہ آهي. چو تہ ملڪي حالتن جو اثر رعيت تي پوندو آهي. پهرئين

پيري ملڪ ۾ فريب ۽ دغا هئي؛ سو تو بہ مون سان دغا ڪئي.
ٻئي پيري ملڪ ۾ فساد ۽ خونريزي هئي، سو تو بہ ائين ڪيو.
هاڻي ملڪ ۾ امن امان آهي، سو تون پاڻ هلي آيو آهين انعام ڏيڻ.
ٻڌو ڪونہ اٿئي تہ "جهڙو راڄُ تهڙو ڀاڳ، جهڙو راجا، تهڙي پرجا!"
(تلخيص: ڊاڪٽر سحر امداد)

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- بادشاهہ پهريون خواب ڪهڙو لڌو؟
2- ڪُڙميءَ کي خواب جو تعبير ڪنهن ٻڌايو؟
3- بادشاهہ ٻيو پيرو ڪهڙو خواب لڌو؟
4- بادشاهہ ٽيون پيرو خواب ۾ ڇا ڏٺو؟
5- نانگ ڪهڙي شرط تي ڪُڙميءَ کي خوابن جو تعبير ٻڌايو؟
6- هن آکاڻيءَ مان ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڳچ – قول – خونريزي – تحفي – ٻيلي – آزمودو
پرجا – نيٺ – جابلو – ڪُڙمي – واٽ .

## آهيون الف آسري، مُحمّد مجيوسون

حضرت شاهه عبداللطيف رحمة الله عليه 1102ھ/ 1690ع ۾ ڄائو سندس پيءُ جو نالو سيد حبيب شاهه آهي. شاهه صاحبؒ سير سفر جو ڪوڏيو هو. راڳ سان بہ سندس گهڻي دلچسپي هئي. شاهه سائينءَ جي ڪلام جو ڪتاب "شاهه جو رسالو" سنڌي ٻوليءَ جو هڪ اهم دستاويز آهي. سندس ڪلام تصوف جو رنگَ ۾ رڱيل آهي. هو "سنڌ سڪار" سان گڏ "عالم سڀ آباد ڪرين" جي دعا ٿو گهري. سندس ڪلام صحيح معنيٰ ۾ آفاقي آهي.

شاهه سائينءَ 14 صفر 1165ھ تي بمطابق 1752ع ۾ وفات ڪئي. هر سال انهيءَ تاريخ تي ڀٽ شاهه تي ميلو لڳندو آهي.

### وائي

جن جو وارث تُون، ألا، سي ڪيئن رهندا نيڻ منهنجا،
آگــي أپ خلــقيــا، ڀَلــي خلــقيائيــن ڀُــون،
جــن جــو وارث تُــون!

جــوڙيائين جــهــانَ ڪــي، چئي ڪُــن فيڪُون،
جــن جــو وارث تُــون!

ڪوڙي دنيا ڪُوڙا پَسارا، ڏينهن مِڙوئِي ڏُون،
جــن جــو وارث تُــون!
آهــيــون الــف آسري، مُحمّد مجيــو سُــون،
جــن جــو وارث تُــون!

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- اُپ ۽ پون ڪنهن خلقيا آهن؟
2- هيءَ ڪُوڙي دنيا گهٽا ڏينهن آهي؟
3- اسين ڪنهن جي آسري آهيون؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

آڳي – اُپ – پلي – پُونءِ – پسارا – ڏُون.

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

آڳي – اُپ – پلي – ڪُوڙي.

(د) هيٺ ڏنل شعر مڪمل ڪريو:

- جوڙيائين جهان کي، چئي ..........................
- ڪوڙي دنيا، ڪوڙا .......................... ڏينهن مڙوئي ڏُون.
- آهيون الف آسري، مُحمّد ..................................

(هه) اهڙا ضمير جيڪي ڪن اسمن ڏي اشارو ڪن ٿا، تن کي ضمير اشارو چئبو آهي: اُهي ٻن قسمن جا آهن: ضمير اشارو ويجهو ۽ ضمير اشارو ڏُور، "هيءُ" "هِن" ضمير اشارو ويجهو لاءِ ڪم ايندا آهن. توهين انهن کي پنهنجي جملن ۾ ڪتب آڻيو.

# نـيـڪـي

مُحمّد صديق ”مسافر“ پهرين اپريل 1879ع تي ٽنڊي باگي ۾ ڄائو. سنڌس پيءُ جو نالو بلال هو، جيڪو پوءِ بدلائي گلاب رکيو ويو. ”مسافر“ پهرين مڪتب ۾ ۽ پوءِ اسڪول ۾ پڙهيو.

ورنيڪيولر فائنل پاس ڪري، تعليم کاتي ۾ ماستر ٿي پرتي ٿيو. هُو ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ استاد پڻ ٿي رهيو. ”مسافر“ سنڌي ٻوليءَ جو اعليٰ اديب ۽ شاعر آهي. نثر ۽ نظم ۾ هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. ”ڪُليات مسافر“ ۽ ”گلشن خيال“ سنڌس شاعريءَ جا ڪتاب آهن. ”مسافر“ 1961ع ۾ وفات ڪئي.

## دل

جـو قـلـب ڪـرم لطف عطـا جو گهر ٿيو،
تـي جـاءِ تسليـم جـي رضـا جو گهر ٿيو؛
نيڪيءَ جـي بـنـي جـاءِ ”مسافـر“ جـا دل،
سـا دل تـہ قسم رب جـو خـدا جـو گهر ٿيو!

## نيڪي

مـون سـان جـي ڪٿي ڪوبہ بُرائي تو ڪري،
دل منهنجي بُرائـيءَ مـان نـہ تـہ بـہ ان ڏي وري؛
آءٌ ان سـان بہ دل سـاڻ ڪندس پـيـو نـيـڪـي،
تـوفـيـق جـو هـٿ شـال خـداونـد ڌري!

## نياز ۽ نوڙتَ

جـــي تـــوڪـــي "مـــســـافـــر" ارجمنـــدي گهرجي،
جـــي تـــوڪـــي دنـــيـــا ۾ حـــق پسندي گهرجي؛
وٺ جـــان ۽ دل ســـان خاڪســـاريءَ جـــي واٽ،
نِـــوڙِي هـــل جـــي تـــوڪـــي بلنـــدي گهرجي!

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر خدا جو گهر ڪهڙي دل کي ٿو سڏي؟
2- ٻيو نمبر رباعيءَ ۾ ڪهڙي نصيحت سمايل آهي؟
3- بلندي حاصل ڪرڻ لاءِ شاعر ڪهڙي صلاح ٿو ڏئي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

قلب – رضا – توفيق – ارجمندي – نِوڙي.

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

ڪرم – نيڪي – بلندي – برائي.

(د) "هُو" "هُن" ضمير اشارو ڏور لاءِ ڪم ايندا آهن، توهين انهن کي پنهنجي جملن ۾ ڪتب آڻيو.

## دُعـــا

هن نظم جو شاعر حڪيم فتح محمد سيوهاڻي آهي، هُو سيوهڻ جي عباسي خاندان ۾ سن 1880ع جي اوائل ۾ ڄائو. عربيءَ ۽ فارسيءَ جي مڪمل تعليم حاصل ڪري، حڪمت جو ڌنڌو اختيار ڪيائين. ڪجهه وقت ڪان پوءِ سيوهڻ ڇڏي ڪراچيءَ ۾ دواخانو کوليائين. سن 1942ع ۾ وفات ڪري ويو. مختلف قومي ۽ سياسي، مذهبي ۽ ادبي تحريڪن ۾ سرگرم ٿي حصو ورتائين. جمعيت العلماء جو رڪن هو. سنڌي نثر ۽ نظم ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا اٿس. "ڪمال ۽ زوال"، "حيات النبي" ۽ "ميرن جي صاحبي" سندس مشهور ڪتاب آهن.

اســـان جـــي دينَ، ايمان کي سلامت رک، خـــداونـــد،
بچائج تـــون مسلمانن جـــي عـــزت آبـــرو هـــر جـــا.

اسان کي ڏي خدا توفيق، طـــاقـــت، همـــت ۽ حقيقت،
اسان مـــان ڪي اڳين جهڙا عجب انســـانَ ڪـــر پيدا.

سڄي دنـــيـــا ۾ رک اسلام کي تون اوج عزت سان،
خدا! اسلام جي ڪلمي سندو تون شـــانُ رک بـــالا.

هميشه شـــال دنـــيـــا ۾ جهنڊو اسلام جـــو جهُولي،
جتي يي ســـو وڃي پهچي، رهي قائم اُتـــي بـــرپـــا.

اسان جي قوم تي مسڪين، اسان جي قوم تي غمگين،
تون تنهن جو شال حامي ٿين، ڪرين تنهن کي تون بي پرواهه.

اسان جي قوم کي آزاد ڪر، قرضن ۽ مرضن کان،
اسان جي قوم کي آباد ۽ دلشاد ڪر مولا.

دفع سڀ انتظاري ڪر، پري سڀ بيقراري ڪر،
خزان مان تُون بهارِي ڪر، ته ٿيون سرسبز ۽ سَرها.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر الله تعاليٰ کان ڪهڙي دعا ٿو گهري؟
2- اسلام جي ڪلمي لاءِ شاعر ڪهڙي دعا ٿو گهري؟
3- قوم جي لاءِ شاعر جي دل ۾ ڪهڙا سوال ٿا اُڀرن؟

(ب) هيٺين لفظن جا جمع لکو:

عزت — همت — جهنڊو — قوم — بَهاري.

(ج) اسمن جي پٺيان ڪي پڇاڙيون ڳنڍجن ٿيون ته اُهي ضمير خاص جو ڪم ڏين ٿيون:

جيئن: پاڻم = منهنجو پاءُ — ڪاڏم: مون ڪاڏو.

توهين اهڙا ڪي ٻيا مثال ڏيو.

# سچل سرمست جا بيتَ

سچل سرمست جو اصل نالو ميان عبدالوهاب هو. هُو سن 1152ھ بمطابق 1739ع ۾ ڄائو هو، انهيءَ وقت سنڌ تي ڪلهوڙا حڪومت ڪندا هئا. پر هُو ٽالپرن جي دور جو بهترين شاعر ليکيو وڃي ٿو.

سچل سرمست ستن ٻولين ۾ شعر چيو آهي. انهيءَ ڪري ڪيس "هفت زبان شاعر" سڏيو وڃي ٿو. سنڌ جي هن بزرگ ۽ شاعر 14 رمضان 1242ھ بمطابق 1827ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار راڻيپور جي پرسان درازن جي ڳوٺ ۾ آهي.

شال نہ وسرين هوت، ٻيو سڀ مون وسري،
مون ڪي تائين موتَ، هُئين اکڙين ۾.

منهنجو اندر اڌ ڪيو، فنا هن فراقَ،
مري ٿي مشتاقَ، ڪاڪر وَرَ، وِلهيءَ جي.

آرِيءَ جي اچڻ جي، روز نهاريان راھ،
آڻيندس الله، مون سر صدقي ڪيو.

ساري شهر ڀنڀور جي، ڇَڏِي لوڪ لذت،
توريءَ ڏئي ڪونہ ڪو، ماڻهو عام عزت،
ٿئي ساھ صحت، ٻيهر ٻاروچا اچين.

پيهي پروڙيومِ، تان پنهون پاڻ ئي آهيان،
پاڻ ئي منجهان پاڻ کي، هي پڙلاءُ پيومِ،
صحيح ڪن ڪيومِ، تہ غير گمانَ اُتِي ويا.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حضرت سچل سرمست جي "هوت" مان مراد ڪهڙي آهي؟
2- پنهنجي محبوب جي انتظار ۾ شاعر جو ڪيئن ٿو وقت گذري؟
3- پنهونءَ جي جدائيءَ ۾ سسئيءَ کي پنيور ڪيئن ٿو نظر اچي؟

(ب) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو:

اکين ۾ هجڻ- لذت چِڱڻ- سر صدقو ڪرڻ.

(ج) صفت: "منو اَنب يا ڪٽو اَنب" ۾منو ۽ ڪٽو اَنب جي خاصيت ڏيکارين ٿا، اِن ڪي گرامر ۾ صفت چئبو آهي. توهين اهڙا ڪي ٻيا مثال ڏيو.

## ڏيئو

ليکراج ڪشنچند عزيز 1897ع ۾ ڄائو. هي نظم سنڌي زبان جي بلند پايہ شاعر ليکراج ڪشنچند عزيز جو چيل آهي. سندس شعر جو مجموعو ”ڪلياتِ عزيز“ جي نالي سان ڇپيل آهي. هو سٺو مضمون نويس ۽ نقاد بہ هو. سندس مضمونن جو مجموعو ”ادبي آئينو“ جي نالي سان ڇپيل آهي.

ڪَکائن گهرن کي تون روشن ڪرين ٿو،
غريبن جي چَونرن کي گلشن ڪرين ٿو،
لٽي سج عيان پنهنجو جوبن ڪرين ٿو،
سحر تائين هر جا نشيمن ڪرين ٿو!

مزورن ۽ ڪُڙمين سان همڪار آهين،
فقيرن جي مجلس جو سينگار آهين،
سڙي تون ٻين کي ڏئين ٿو سُهائِي،
رکيل تو ۾ ڪيڏِي نہ آهي چڱائِي!

پَـري كان مُنجهيل جـي كرين رهنمائِي،
ڏِيا، تـو ۾ آهي سـراسـر سچائِي،
سچو دوسـت دشمن تـي دلسـوز آهين،
سچائيءَ سـان سڀ جـو شب افروز آهين!

مـدد ڏين ٿو كم كـار ۾ تون با محنت،
برڻ سـان تنهنجي ٿئي دفـع ظلمت،
نہ پنهنجي پرائي جـو ڏارين تـفـاوت،
ركين قلب ۾ كانہ كنهن ڏانهن كدورت.

سعـادت جو بيشڪ تـون آهين ستـارو،
ڏِيا، تون تـو لاهين جهان تان انـڌارو؛
هوا سـاڻ سـر لاٽ جو تو جُهكائين،
تہ نِوَڙت كندي پنهنجي جِيوت بچائين.

حياتـيءَ جـو مقصد سچو تـو ٻُڌائين،
ٻين لاءِ پنهنجو تو تـن مـن جلائين،
جَلِي جي ٻين كـي سُهائو ڏيـن تـا،
لَكين گهورَ تـن تـان پتنگا ٿين تـا!

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ڪڪائن گهرن کي ڪير روشن ڪري ٿو؟
2- ڏيئي ۾ ڪهڙي چڱائي رکيل آهي؟
3- ڏيئي وٽ نوڙت جي ڪهڙي نشاني آهي؟
4- شعر جي آخري ٻن سٽن مان ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڪڪائن – ڪڙمين – سُهائي – سراسر – لاٽ.

(ج) اهڙا پنج لفظ ٻڌايو، جيڪي جاين جا نالا هجن.

(د) O هيٺ ڏنل شعر مڪمل ڪريو:

حياتيءَ جو مقصد ——— تو ٻڌائين،
ٻين لاءِ پنهنجو تو ——— جلائين.
——————— ٻين کي سهائو ڏين ٿا،
——————— تن تان پتنگا ڏين ٿا.

## ٻڌايون سُک جو کو سنسار

هيءُ گيت عبدالڪريم ”گدائي“ جو لکيل آهي. هو جنوري 1901ع ۾ جيڪب آباد ۾ ڄائو هو. پوسٽ کاتي ۾ ملازمت ڪيائين. جتان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ صحافت سان لاڳاپيل رهيو. سٺو شاعر هو. نظم کان سواءِ نثر بہ لکيو اٿس، سندس شاعريءَ جا ٽي مجموعا ”پکڙا ۽ پنهوار“، ”ساڻيھ جا سور“ ۽ ”پيماني تي پيمانو“ ڇپيل آهن.

هڪٻئي ساڻ حقارت ڇاڄِي؟ انسانن سان نفرت ڇاڄِي؟<br>
ڪِينو ساڙ ڪدورت ڇاڄِي؟ مذهب پنهنجو پيار،<br>
ٻـڌـايـون سُک جو کو سـنسـار.

ذاتيون، پاتيون، فخر وڏايون، رنگ نسل جون سڀ اَرڏايون،<br>
آهن جنگ فساد جو باعث، زهر سندو پرچار،<br>
ٻـڌـايـون سُک جو کو سـنسـار.

جنگ جدل آهي ڇوڏارِي، انسانن جو رت آ جارِي،<br>
ساڙي آهي دنيا ساري، نفرت جي پرچار،<br>
ٻـڌـايـون سُک جو کو سـنسـار.

رنگ نسل سڀ ڍونگ اجايا، پيٽ ٻکئي جا سانگ ٻڌايا،<br>
گوري ۾ ڇا، ڪاري ۾ ڇا، ساڳيو آهہ ستار،<br>
ٻـڌـايـون سُک جو کو سـنسـار.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- جنگ ۽ فساد جو باعث ڪهڙيون ڳالهيون آهن؟

2- نفرت جي پرچار جو ڪهڙو نتيجو نڪتو آهي؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

حقارت – ڪينو – ساڙ – سنسار – ڪدورت – ارڏايون.

**(ج) هم آواز لفظن کي قافيو چئبو آهي، جيئن: حقارت جو ڪدورت.**

**توهين هن نظم مان هم آواز لفظ ڳولي لکو.**

**(د) هيٺ ڏنل شعر مڪمل ڪريو:**

○ جنگ جدل آهي چوڌاري، ____________ جو رت آ جاري،

ساڙي آهي ____________ ساري، نفرت جي پرچار.

ٻٽايون سُک جو ڪو سنسار.

# پيارا وطن

سليم ڳاڙهويءَ جو اصل نالو الهورايو ولد حاجي الهه ڏنو مهر آهي. پاڻ 15 اپريل 1925ع ۾ ڳوٺ ڳاڙهي ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو.

اسڪول ۾ پڙهڻ واري زماني کان شاعري شروع ڪيائين 1947ع کان باقاعدي موزون شاعري ڪرڻ لڳو. شاعريءَ جي سڀني صنفن ۾ لکيو اٿس. پاڻ هڪ گوشه نشين ۽ متقي انسان هو. ڳوٺ ۾ پنهنجي باغ جي سنڀال، اڀياس ۽ شعر شاعري سندس مشغلا رهيا. سندس دوستن، شاگردن ۽ پڙهندڙن جو هڪ وسيع حلقو آهي. سندس دوستن ۽ شاگردن ڳاڙهي ۾ سندس نالي پٺيان "بزمِ سليم" قائم ڪئي، جنهن وسيلي پاڻ ڪيترن ئي نون شاعرن جي فني تربيت ڪيائين. سنڌيءَ جي هن برک شاعر 10 محرم 1408هه- 3 سيپٽمبر 1987ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

منهنجا وطنَ، پيارا وطنَ، اکڙين سندا تارا وطنَ،
اي دوست دل وارا وطنَ، هر جاءِ هاڪارا وطنَ!

تون ئي جياپو جانِ جو، تو سان سندم جيءَ جون جڙيون،
تو سان اُڙيو من آ سندم، اي سرس سونهارا وطنَ!

منڙا وطنَ، تنهنجي مٿان سر ساهه سڀ گهوري ڇڏيان،
تنهنجو نه مَٽ ڪو ديس ٻيو، محبوب موچارا وطنَ!

سُکيو سَتابو شل رهين، ڪوسو لڳي توکي نہ واءُ،
ماکيءَ ۽ مصريءَ کان مِٺا، اي جان کان پيارا وطنَ!

تنهنجي مِٽيءَ ۾ مشڪ ۽ تنهنجي هوائن ۾ هُڳاءُ،
مهراڻ جي هر موج جڻ امرت سندِي ڌارا وطنَ!

منهنجا وطنَ شل شهر ۽ سڀ ڳوٺڙا تنهنجا وسن،
رحمت سندا توتي ڪڪر ڪن خوب وسڪارا وطنَ!

منهنجا محبت جا "سليم" آهن سوين توتي سلام،
منٺار موچارا وطن، او سونهن سِڪ وارا وطنَ!

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر جان جو جياپو ڪنهن کي ٿو سڏي؟
2- شاعر ڪنهن جي مٿان سر ساهہ گهورڻ ٿو گهري؟
3- شاعر وطن لاءِ ڪهڙي دعا ٿو ڪري؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:
هاڪارا – جياپو – سرس – سونهارا – گهوري – مٽ – هُڳاءُ.

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:
دوست – ديس – ڪوسو – مٺا – گُهري.

(د) "ڙو" تصغيري پڇاڙي آهي. جيئن "ننڍو" مان "ننڍڙو" توهين تصغيري پڇاڙيءَ وارا ڪي بہ پنج لفظ لکي ڏيکاريو.

# هـاري

هن نظم جو جوڙيندڙ بردو سنڌي، سندس سچو نالو، محمد رمضان ولد خداڏنو لاشاري آهي. هُو 15 مارچ 1922ع تي ڳوٺ ماڪن ڪوري، ضلعي سکر ۾ ڄائو.

پاڻ انجنيئري کاتي ۾ ملازمت ڪيائين. هُو سنڌي ٻوليءَ جو سٺو شاعر هو. سندس شعر ۾ سادگي ۽ سلاست آهي. سندس شاعريءَ جا مجموعا "اکڙيون مينگهه ملهار" ۽ "ٻُوندون بس نہ ڪن" جي نالي سان ڇپيل آهن. پاڻ 26 آڪٽوبر 1988ع تي هن فاني دنيا کي الوداع چئي پنهنجي حقيقي مالڪ سان وڃي مليو.

هـــارِي پـــيـــارا، جوانَ سگهارا،
ملڪ مِٽي جـــا جِـــيءَ جيارا.

مهل ملي ٿئي، پـــاڻ ملهائج،
محنت جـــا ڪي مينهن وسائج.

جوڳ پليءَ کي ساجهر جـــوڙ،
کيت سان نينهن نڀائج تـــوڙ.

تنهنجي محنت لائـــي رنـــگ،
ڏک وڃن ٿئي سک جـــو سنگ.

سَلي سَلي جـــي ڪـــر سنڀار،
کٽي منجهان ٿين ڪيچ خرار.

بک بيماري کـــڍ پڄائـــي،
تنهنجا ڳُڻ زمانـــو ڳائـــي.

تنهنجي محنت مک جـــو مـــانُ،
شال جيئين تـــون هارِي جـــوان!

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- شاعر ملک مٽي جا جيءَ جيارا ڪنهن کي ٿو سڏي؟
2- هاريءَ جي محنت ڪهڙو رنگ ٿي لائي؟
3- سَلي سَلي جي سنڀار سان ڇا ٿو ٿئي؟
4- شاعر، هاريءَ کي ڪهڙي دُعا ٿو ڪري؟

**(ب) هيٺيان اصطلاح سمجهايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.**

پاڻ ملهائڻ – نينهن نڀائڻ – رنگ لڳائڻ – ڳڻ ڳائڻ.

**(ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

سگهارا – مهل – ساجهر – سنگ – ڪٽي – ڪيچ – ڳڻ.

**(د) هيٺين جملن مان صفت ڳوليو:**

1- گلاب جو گل سڀني گلن کان سهڻو آهي.
2- ساران هڪ سياڻي نينگري آهي.